# فائوسٽ



يوحان وولف گوئٽي

---

چيتمل پرسرام

روشني

Roshni Book No. 212

---

ڪتاب جو نالو: فائوسٽ
ليکڪ: يوحان وولف گوئٽي
ترجمو: ڄيٺمل پرسرام

ڇاپو ٽيون: سنواريل © روشني 2002ع
سنواريندڙ: حسين سومرو
ڪمپوزنگ: روشني ڪمپوزرس، حيدر چوڪ، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ
قيمت: روپيا



# FAUST

(Drama)

by: **Johan Wolfgand von Geothe**

Translated by: **Jethmal Parsram**

Editor: Hussain Soomro.
Roshni Composers, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro

New Revised Edition © Roshni 2002

## اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد
سنڌ بڪ ڪلب، رابعه اسڪوائر - حيدرآباد
ڪاٺياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر - لاڙڪاڻو
نيشنل بڪ ڊيپو، بندر روڊ، لاڙڪاڻو
عزيز ڪتاب گهر - بئراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز - فيريئر روڊ، سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ - مهراڻ مرڪز، سکر
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
قاسميه لائبرري - ڪنڊيارو

# مهاڳ

هن ڪتاب جو رچيندڙ جرمنيءَ جو مشهور شاعر گوئٽي آهي. هن جو سڄو نالو يوحان وولف گينگ گوئٽي آهي. هن جو مشهور ۾ مشهور ڪتاب "فائوسٽ" آهي، هي شخص جرمنيءَ ۾ اهڙو مشهور آهي جهڙو انگلنڊ ۾ شيڪسپيئر. جيئن شيڪسپيئر دنيا جو مشهور شاعر آهي، تيئن گوئٽي بہ دنيا جو مشهور شاعر آهي. جيئن شيڪسپيئر جي ناٽڪن ۾ مشهور ناٽڪ "هئمليٽ" آهي، تيئن گوئٽي جي ناٽڪن ۾ مشهور ناٽڪ "فائوسٽ" آهي. گوئٽي جرمنيءَ جو هڪ وڏو گُرو آهي.

آمريڪا جو مشهور ليکڪ "ايمرسن" جنهن کي زماني جو هڪ نبي سڏبو آهي، سو هن جرمنيءَ جي شاعر واسطي لکي ٿو: "هو صاحب، اتهاسن، پراڻن، فلاسفين، سائنسن، ۽ قومي ساهتن جو هڪ اعليٰ ڄاڻو هو. هو اُنهن علمن جو پنڊار هو، ساري جهان جي علمن مان واقف هو. هندستان جي، اٿروسيا جي، سئڪلوپي وغيره جي، علم ذرتي، علم ڪيميا، تارن جي علم وغيره ۾ هو ماهر هو. انهن سڀني تي هن پنهنجو شاعراڻو هٿڙو گهمايو. ڪنهن بادشاهہ ڏانهن نظر ڪبي آهي تہ عزت سان نهاربو آهي، پر سمجهو تہ مجلس هجي، جنهن ۾ ڪيترا بادشاهہ اچي ڪٺا ٿيا هجن، تہ پوءِ اک، هڪ هڪ جي خاصيتن جانچڻ کي لڳي ويندي! اهو نہ سمجهڻ گهرجي تہ هن ڪتاب ۾ ڪي ڪرامتي راڳ يا لنبيون مورتون چٽيل آهن، پر انهيءَ ۾ هن پنهنجو اسي ورهين جو آزمودو درج ڪيو آهي. هو هڪ اعليٰ شاعر آهي؛ پنهنجي وقت جي شاعرن جو سرتاج آهي."

ايمرسن صاحب چوي ٿو تہ، گوئٽي اهڙو انسان هو جنهن کي سوين هٿ هئا، ۽ سوين اکيون هيون! جيئن نيپولين، اوڻهين صديءَ جي پاهرئين دنيا جو

سردار هو، تيئن گوئٽي دنيا جي ٻئي اڌ جو (اندرين دنيا جو) سردار شاعر هو. هن سڀ علم ڪنا ڪري هڪ جاءِ تي آندا."

گوئٽي جرمنيءَ لاءِ نہ رڳو شيڪسپيئر آهي، پر هو جرمنيءَ جو بيڪن بہ آهي. جيئن بيڪن ۾ سڀ علم وچي گڏ ٿيا هئا، تيئن گوئٽي ۾ سڀ علم اچي ڪنا ٿيا هئا.

گوئٽي 1749ع ۾ جرمنيءَ جي فرئنڪفرٽ شهر ۾ پيدا ٿيو. سدورو پٽ، پينگهي ۾ پڊرو، سو ٻالڪ جو من نندي هوندي کان ئي اپياس ڏي مائل هو. ڪندن ۾ پيو گذاريندو هو. مٿي ماڙيءَ تي عمدي ڪوٺي ۾ وچي ويهندو هو، جنهن کي باغ ڪري سڏيندا هئا، ڇو تہ اُتي گلن جون ڪونڊيون رکيل هونديون هيون. فرئنڪفورٽ جو شهر مين نديءَ تي آهي؛ گوئٽي نديءَ جي پل تي وينو نظارا ڏسندو هو. علم بہ قسم قسم جا پڙهيائين. 22 ورهين جي عمر ۾ قانون ۾ بہ ڊاڪٽر جي ڊگري حاصل ڪيائين. جسماني علم، تارن جي علم ۽ ٻين علمن ۾ خوب ٽپيون هنيائين.

هو هڪ طرف دماغي حيرت هو، فيلسوف هو، تہ ٻئي طرف دلي ترقيءَ جو صاحب هو. اعليٰ حسن پرست هو.

گوئٽي پنهنجي آتم ڪهاڻي لکي آهي، تنهن ۾ هن پنهنجي حياتيءَ جا کي واقعا ڏنا آهن. هو پنهنجي پهرين عشق جي تو ڳالهہ ڪري، "هن وقت منهنجو پهريون عاشقاڻو تجربو شروع ٿيو. گريچن نالي هڪڙي سهڻي نينگرِ تي آءٌ موهت ٿي پيس، جا هڪ هوٽل ۾ هئي. جنهن پل مون هن جي صورت ڏٺي، تنهن پل کان پوءِ هن جي صورت جتي ڪٿي مون ساڻ هئي. ديول ۾ ڊگهي عبادت جو سارو وقت منهنجي نگاهہ هن تي هوندي هئي، آءٌ هن کي عشق جا خط لکندو هوس. هن لاءِ اها ڳالهہ اڻ وڻندڙ نہ هئي. جوانيءَ جي پهرئين سمي ۾ جڏهن من ۾ اچا ڪُربت کانہ گهڙي آهي، عشق روحاني صورت ٿو وٺي. قدرت جي اها خواهش ٿي ڏسجي تہ عورتون ۽ مرد هڪ ٻئي منجهان نيڪي ۽ حسن پسن. مون لاءِ بہ هن نينگر جي ڏسڻ سان، حسن ۽ نيڪي جي هڪ نئين دنيا کلي پيئي. پر منهنجي پيءُ کي سُڌ پئجي ويئي؛ اسان جي ڪٽنب ۾ اچي رولو پيو. جنهن ڪري آءٌ بيماريءَ جي بستري تي

داخل ٿيس. مون کي تاڪيد ڪيو ويو تہ ڪتب جي ڪنهن بہ پاتي کان سواءِ ٻئي ڪنهن سان بہ رستو نہ رکج. مون لاءِ دک وڌندو ويو.“

گوئٽي تي اثر پنهنجي ملڪ جي ٻن اعليٰ انسانن جو هو. هڪڙو سندس دوست هردر ۽ ٻيو مشهور شلر.

جرمن ٻوليءَ ۾ شيڪسپيئر جو ڪتاب جرمني جي شيگل ترجمو ڪيو هو. شيڪسپيئر جي ناٽڪ ۽ ويچارن جرمنيءَ ۾ اُٿل پيدا ڪري ڇڏي. شيڪسپيئر جي اثر هيٺ انيڪ جرمن عالم ۽ شاعر آيا. گوئٽي بہ هن جو هڪ پوئلڳ سمجهڻ گهرجي. مون هي ترجمو ڪندي ڏٺو آهي تہ خاص ڪري هن ”فائوسٽ“ جي ناٽڪ ۾ تہ شيڪسپيئر جو وڏو اثر ورتو آهي. ڪي گفتا تہ شيڪسپيئر تان هوبهو ترجمو آهن. هن فائوسٽ جي ٻئي ڀاڱي ۾ تہ شيڪسپيئر جي مشهور ناٽڪ ”طوفان“ مان ايريل ديو کي آڻي درج ڪيو اٿس. شيڪسپيئر جي هئمليٽ جي من جي اندر جا بيان؛ ڪنهن قدر فائوسٽ منجهہ چِٽا ڏسجن ٿا.

گوئٽي پاڻ بہ ڪو هڪ عجيب ۽ اعليٰ انسان هو، جنهن آڪاٽي کي اهڙو تہ روپ ڏنو آهي جو ڪيا بات. فائوسٽ جي آڪاٽي ڪا نئين ڪانہ جوڙي اٿس. چوڻ ۾ ٿو اچي تہ فائوسٽ نالي هڪ انسان ٿي گذريو هو، جنهن جادوءَ جي علم ۾ پاڻ کي وڌو، ۽ جنهن جا سچ پچ ڪيترا تجربا ڪيترن ڪتابن ۾ ڇاڻايل هئا.

شيڪسپيئر جي وقت ۾ انگلنڊ جي مارلو شاعر ۽ ناٽڪ ڪار بہ هڪ ناٽڪ ”فائوسٽ“ نالي لکيو هو.

گوئٽي جي فائوسٽ ۽ مارلو جي فائوسٽ جي وچ ۾ وڏو تفاوت آهي. مارلو جو ناٽڪ هڪ رواجي ڳالهہ آهي، پر گوئٽي جو ڪتاب قدرت جو درياہ آهي، جنهن ۾ هر قسم جون ڇوليون ٿيون لڳن، ڪا ڪهڙي رنگ واري تہ ڪا ڪهڙي رنگ واري.

هن ڪتاب پڙهڻ سان، دل تي هڪ عجيب اثر ٿو پيدا ٿئي. مون تي تہ اهو اثر پيدا ٿيو آهي تہ گوئٽي هڪ اعليٰ انسان آهي. هي ڪتاب ٻاهران ناٽڪ جي صورت ۾ آهي، پر هن ۾ اندر جي وڏي کوج ٿيل آهي. انسان جي اندر جي

لڙائي، هن ۾ حيرت جي قلم سان چٽيل آهي. آڪاٽي جي آڪاٽي، ۽ سمجهاڻي جي سمجهاڻي! اڄ پڙهندڙ کي صلاح ڏيندس ته هي ڪتاب پڙهي پوءِ سنڌ جي روحل جو ڪتاب ”من چت واد“ ناليءِ به پڙهن. ڪي ٽڪرا ته هوبهو ساڳيا آهن. سچ پچ ته هي اعليٰ انسان، جهاد اڪبر يعني ڌرم يڌ مان لنگهي نفس يعني من جي سڀني حالتن کان واقف ٿين ٿا ۽ پوءِ شاعراڻي نوع ۾، رنگين عبارت ۾، اهي پنهنجا تجربا پڌرا ڪن ٿا.

هن ڪتاب ۾ ”ميفسٽوفلس“ جي مورت چٽيندي ته گوئٽي ڪمال ڪري ڇڪو آهي. ميفسٽوفلس هتي ابليس يعني شيطان جي صورت آهي. گوئٽي شيطان واري ڳالهه قائم رکي آهي، جنهن موجب آهي ته شيطان ڏٺيءَ جو فرشتو هو، بابا جي پيدائش هو پر متيءَ مان نهيل انسان کي سجدو ڪين ڪيائين. سراب لڳس، ابليس ٿيو ۽ ان ڏينهن کان وٺي انسان کي دق ڪرڻ جو قسم ڪنيل اٿس. عدن جي باغ ۾ نانگ جي صورت ۾ بيبي حوا کي ميوو ڏيئي گمراهه ڪيائين. گوئٽي هيءَ ڳالهه هن ناٽڪ ۾ قائم رکي آهي.

گوئٽي ڀارت جي اُتهاس ۽ روحاني علم جو ڄاڻو ٿو ڏسجي. عالم آشڪار آهي ته هو اسان جي شاعر ۽ ناٽڪ ڪار ڪاليداس تي عاشق هو، ۽ شڪنتلا تي مست هو. شڪنتلا تي سندس نديو شعر دل اٿاريندڙ آهي. هن فائوسٽ واري ناٽڪ جو پهريون بندوبست اصلوڪي ڪتاب ۽ ناٽڪ ڪار وارو ڪاليداس تان ورتل آهي. هن ترجمي ۾ اهو ٽڪرو ڪونه ڏنل آهي.

فائوسٽ جي ناٽڪ جا انگريزيءَ ۾ به ڪيترائي ترجما آهن، جي ترجما پيڻ سان، معلوم ٿئي ٿو ته ڪيئن نه جدا جدا ترجمانن جي لکڻين ۾ وڏو تفاوت آهي. مون به هي ترجمو ڪندي ضروري هنڌن تي تي ترجما پئي پيتيا آهن. هڪڙو جان ائنسٽر جو، بيو لٿام جو، ٽيون ائناسوانوڪ جو. ائناسوانوڪ جو ترجمو مشهور آهي. ان جي ڪوتا چوٽ آهي، سندس پد سولا بذل آهن، پر خيال جي ڳت منجهس گهٽ آهي. لٿام جو ترجمو به عمدو آهي، پر ان م ڪيترن هنڌن ڪي ڪي ٽڪر ڪڍيل آهن. ائنسٽر جو ترجمو منهنجي نظر ۾ بهتر آهي.

مون هن ترجمي ۾ اڪر به اڪر ڪونه ڏنو آهي؛ ڪي ٽڪرا ڪڍي ڇڏيا

اٿم، ۽ ڪن جو اختصار ڏنو اٿم. پر چڱو ڀاڱو، خيال ۽ ٻولي سوڌو، قائم رکيو اٿم. فائوسٽ جي ناٽڪ جا ٻه ڀاڱا آهن، مون فقط هن جو پهريون ڀاڱو ترجمو ڪيو آهي، ٻيو ڀاڱو ٻه وڏو آهي، پر هن پهرين ڀاڱي جي ڪهاڻي جو ٻئي ڀاڱي جي ڳالهه سان خير ڪو لاڳاپو ٿو ڏسڻ ۾ اچي. اُتي ڳالهه ٿي ٻي آهي. اُتي ويس ڌاري ٿي ڪي ٻيا آهن. اُتي مراد ٿي ڪا ٻي آهي، جنهن ۾ فائوسٽ دک جي آزمائش کان پوءِ ڪو نئون جامو ٿو پهري. اُنهيءَ ڀاڱي ۾ چوڻ ۾ ٿو اچي ته باريڪ دماغي ڪوجنا آهي، ڪتابي علمن جا بحر ڪليل آهن: پر ناٽڪ جو مکيہ ڀاڱو هيءُ پهريون آهي، جنهن ۾ مارگريٽ جي آڪاٽي ٿي هلي. گوئٽي ٻه هي ڀاڱا جدا جدا ڪري ڇڏيا هئا. گوئٽي جڏهن 1769ع ۾ ويهن ورهين جو جوان هو، تڏهن هن فائوسٽ جو ناٽڪ هٿ ۾ کنيو. سخت بيمار ٿي يونيورسٽيءَ منجهان اچي، فرئنڪفرٽ ۾ پنهنجي پيءُ جي گهر ۾ رهيو هو. بيماري ٻه ڳچ وقت هليس. انهيءَ وقت هو ڪيميا ۽ جادوءَ وغيره جا ڪتاب پڙهڻ لڳو. فائوسٽ جو ناٽڪ هن جي من ۾ صورت وٺندو ويو، پر قلم هن وري ٻه ٽن چئن سالن کان پوءِ هٿ ۾ کنيو. ڪجهه ٿورو لکيائين، پر وري رکي ڇڏيائين. 20 سال پٺي لکيائين، ته ٻه اجا پهرئين ڀاڱي جو فقط هڪڙو ٽڪرو لکيو هئائين جو 1790ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين، پوءِ ٻه وڃي وڏين نوڪرين کي لڳو. بادشاهه ۽ شهزادا مٿس عاشق هوندا هئا. وري سٺن سالن کان پوءِ ناٽڪ هٿ ۾ کنيائين، جو ته سندس دوست شلر مٿس زور رکيو. پوءِ ٻه 11 سال رکي ڇڏيائين. آخر 1808ع ۾ ڪتاب جو پهريون ڀاڱو تيار ڪيائين.

ماٺهن ڪونه ڀانيو ته ڪو ٻيو ڀاڱو اچڻو آهي. وري ٻه 20 سالن کان پوءِ ٻئي ڀاڱي جو ڪو ٽڪرو ڇپائي پڌرو ڪيائين. آخر 1831ع ۾ يعني شروع ڪرڻ کان 60 سال پوءِ اچي سمورو پورو ڪيائين! پوءِ سيل مهر ڪري پيتي ۾ بند ڪري رکي ڇڏيائين. پويان ٿي سال ساندهه محنت ڪئي هئائين هدايت ڪري ڇڏيائين ته هي سارو ڪتاب سندس مُئي کان پوءِ ڇپجي. پر 1832ع ۾ وري ٻه ڪڍي کوليائين، ۽ هڪ ٻن هنڌ ٿوري ڦيرگهير ڪيائين. 20 ورهين جو ڳڀرو هو تڏهن ناٽڪ هٿ ۾ کنيو هئائين، پر 83 ورهين جو جڏهن جهور بزرگ ٿيو، تڏهن پورو ڪيائين، ۽ سڄو پڌرو ڪيائين. عمر جو تجربو

هن ڪتاب ۾ وڌائين. هيءُ اهڙو اعليٰ ڪتاب هڪ اعليٰ اُستاد جو آهي. اهڙي اُستاد جي لکٽي کي هٿ لائڻ شايد بي ادبي آهي. منهنجو ترجمو، جو ترجمن تان ترجمو آهي، تنهن ۾ ڪي ڀُلون هونديون. منهنجي ڪا مراد ڪانه هئي يا آهي ته آءٌ وڏن ترجمانن سان پاڻ برميچيان، منهنجي صرف اها خواهش آهي ته آءٌ سنڌ جي ماڻهن اڳيان، خاص ڪري سنڌي دانن لاءِ هن عجيب مال جو ڪو ماسو سنڌن خدمت ۾ عرض رکان. جي هيءُ پورهيو قبول پيو ته گوئٿي جي ٻئي ڀاڱي ۽ ٻين ناٽڪن جا ڪي اختصار سنڌين اڳيان رکندس.

**- چيتمل پرسرام**

# ڏٿيءَ جي دربار

ڏٿيءَ جي دربار ۾ سندس فرشتا ادب سان وينا آهن، منجهن مکيه آهن.
رافيل، جبرئيل ۽ ميڪائيل. ڏٿيءَ جي براجمان ٿيڻ تي، سڀ اُٿي کڙا ٿا ٿين،
ڪنڌ نوائي ساراهه ٿا ڪن. هڪڙي هڪڙي ڪي، پنهنجي پنهنجي فرض
ائگيءَ جي پڌرائيءَ ڪرڻي آهي. ڏيکارڻو آهي ته سندس ڪاتي ۾ حڪم جي
ميل ڪهڙيءَ ريت ڪئي وئي آهي. اسرافيل سج نسبت، جبرئيل ڌرتيءَ
سبت، ميڪائيل هوا نسبت، بيان ٿا ڪن. انهيءَ وقت ابليس به اچي ٿو
ضر ٿئي.

اسرافيل: سورج اصل جي زماني وانگر ٻين ڀينرن، تارن منجهه پنهنجو
رر ڪيل پنڌ ڪري رهيو آهي ۽ اڃا تائين، گرجنا ڪندو ڦرندو رهي ٿو.
شتا هن جي روشني مان نئين سگهه ۽ مڪمل سڪون پائي رهيا آهن؛ سڀ
جهارت آهي. تڏهن به سڀ پلائي آهي؛ جنهن وقت روشني شروعات ۾
هر تي، تنهن جهڙي ئي سڀ سُندرتا آهي.

جبرئيل: ڌرتي تڪڙي تڪڙي، لاٽونءَ وانگر اهڙو تيز ڦري رهي آهي،
نهن جو خيال ڪري نٿو سگهجي. منجهند جو اُتي جلويدار روشني آهي،
جو شان عجيب آهي؛ رات جو انهيءَ جلوي جي جاءِ تي ڀُوڙهي ڪاري
ڀتناڪ رات آهي، غصي ۾ ڀريل سمنڊ گجي ٿو ۽ گِجي ڪري ٿو؛ لهرون
؛ ٿيون ڏين، دانهون ٿيون ڪن، جبلن کي عتاب ٿيون ڏين ۽ گهگهي آواز
زور منجهان مٿن ڪاوڙ ٿيون ڇنڊين. لهرون ۽ پربت، سج ۽ تارا، بي انت
ڪر ۾ ڏوڪبا هلن ٿا.

ميڪائيل: طوفان، طوفانن سان، پرجوش جنگ جوٽيندا رهن ٿا. سمنڊ
ن زمين تائين؛ زمين کان سمنڊ تائين؛ ڌرتيءَ جي چوڌاري، هڪ زنده زنجير،
ڙهي ڳتيل، ۽ گهاتي مڙهيل، ويڙهي ڇڏي اٿن. ڦاٽندڙ گجگوڙ جا رهبر، تيز

وجون، موتمار چمڪات سان ڪارروايون ڪن ٿيون، ۽ اي ڏٽي اسين تنهنجا نوڪر، توساڻ تنهنجي اصل روشنيءَ ۽ سانت جي ڏارا تا اندر ۾ پانيون.

سڀ: نئين سگهه ۽ مڪمل سڪون، پهتل پانها تنهنجي درشن مان حاصل ڪن ٿا، سڀ ڳجهي ڳجهارت، پر سڀ پلائي آهي. جوت آد ۾ ظاهر ٿي، تنهن جهڙي ٿي سَروَ- سُندرتا آهي.

ميفسٽو (ابليس): اي ڏٽي، جيئن ته تون اسان وٽ ملاقات لاءِ آيو آهين، ۽ جيئن ته تو مون سان اڳي وانگر ڪيڪار ڪئي آهي، مون کي معاف ڪج، جي آءٌ هنن گوڏا کوڙيندڙ، ڪنڌ نوائيندڙ، درٻارين جيان، نه ڪريان. هنن جي سنگت منهنجي دائري کان ٻاهر آهي. هي صاحب مون جهڙن کي هتي عرش ۾ ڏسي، ڏڪار جي مُرڪ چپن تي تا آڻين. منهنجا ڏٽي، اوچن گيتن ۽ گنڀير ٻولن مان آءٌ ڪين ڇاڻان. جي آءٌ ڪٽي ڪو درد ڏيکاريان ته اهو چرچو سمجهڻ ۾ ايندو. قبلا، سجن ۽ ڌرتين بابت مون کي ڪجهه به چوڻو نه آهي، آءٌ ته رڳو ڏسان ٿو ته ڪيئن نه انسانَ پنهنجي زندگي، ماندگيءَ ۾ گهاري رهيا آهن انسان پاڻ کي ڌرتيءَ جو مالڪ ٿو ڀانئي، اڳي جهڙو ئي آهي. جڏهن انسان جي حياتي شروع ٿي، تڏهن هو عجيب غريب چيز هو. جيڪڏهن خدائي روشني هن کي ڏيئي ٻنهه هن کي ڪاري نه ڇڏجي ها، ته جيڪر هن جي زندگي بهتر ٿئي ها: هو انهيءَ روشنيءَ کي عقل ٿو سڏي. هاڻي ڏسو ته ان جو ڦل کهڙو نڪتو آهي. انسان حيوان مرونءَ کان به بري ۾ برو وحشي حيوان آهي. معافي ملي، جي آءٌ انسان جي مشابهت ڊگهيءَ لنگڙيءَ تڏ سان ٿو ڪريان، جي تِڏيون، هڪڙو ئي سُرُ پيون آلاپين، گاهه ۾ ساڳي ساڳي يڪي ٻولي، چپن چپن ڪيو پيون بي آراميءَ سان ٽپا ڏين. اِهي تِڏيون جي گاهه ۾ پيون هجن ها ته به نهيو، پر هو جنهن ڪِن ڪچري وٽان ٿيون لنگهن، تنهن ڪچري ۾ پنهنجو نڪ ضرور ٿيون وجهن.

ڏٽي: بس، توکي انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه چوڻو ئي ڪين آهي. هو هميشه تنهنجي اها ڪُوڪار آهي. بس، تنهنجي نظر ۾ سڀ اوندهه آهي؟ تو ڀانئين ته ڪابه شيءِ هن دنيا ۾ سنئون پنڌ نه ٿي ڪري؟

ميفسٽو: ائين منهنجا ڏٽي، ڪابه شيءِ نه- ويچارا انسان، جهڙا آهه

جوشيلا، تهڙا آهن پُوڪ – مون کي ذري گهٽ مٿن رحم ٿو اچي.

ڏٺي: تون فائوسٽ کي سڃاڻين؟

ميفسٽو: ڊاڪٽر؟

ڏٺي: هائو: منهنجو خادم.

ميفسٽو: سچ پچ، هو خدمت بہ نمُوني جي ٿو ڪري: آهي انساني ٻچو، پر تہ بہ سندس کائڻ پيئڻ، تہ دنيا جهڙو نہ آهي. پوڪ – بلڪ هو وقت تي اهڙيون اُميدون رکڻ کي پوڪپائي ٿو سمجهي – هاڻي هن جي منُ جو گهوڙو ڪيس ڏُور ٿو گهمائي. هُو آسمان کان ٿو مٿئين ۾ مٿيون تارو گهري: خود خيالي آهي، چريائيءَ جي ڪمن تان ٿِڙي پيو آهي، ڌرتيءَ کان، سهٽي ۾ سهٽي ڦل جي طلب ڪندڙ آهي. پوءِ آسمان ۽ ڌرتي ٻئي ڪٺي ڪيس ڪجهہ بہ ڏين تہ بہ دل ڌاپڻ جي ڪانہ اٿس.

ڏٺي: هائو، چو تہ مونجهہ جي ماڳ ۾ ٿو خدمت ڪري، انهيءَ ڪري ڪٿر ڪري منجهيل ٿو رهي. تڏهن بہ هن جو ارادو نيڪ آهي. اهو سمو جلد و اچي، جڏهن هن کي روشنائيءَ ڏي وٺي هلبو: ساوڪ جا پهريان اُهڃاڻ، ور ۽ مکڙيون، بهار جون اُميدون ۽ انجام ٻڌائين ٿا: جنهن وڻ پوکيو آهي ۽ نيڪو زمين جو چاڻو آهي، سو پنهنجي وقت تي عمدو ميوو ڳولindو ۽ پائيندو.

ميفسٽو: پل منجهس اُميدون رکو. تہ بہ رکندا شرط تہ اوهين کيس بنٹر هينٹر بہ هٿان وڃائيندا؟ رکندا شرط؟ جيڪڏهن مون کي رڳو هن کي هنجي نموني ۾ لالچائي گمراهہ ڪرڻ جي اجازت ڏيو، تہ مون کي ڪو ڪ ڪونہ آهي، تہ آءٌ شرط کٽندس.

ڏٺي: جيسين هو ڌرتيءَ تي جيئرو آهي، تيسين توکي سموري ۽ ڇوٽ ادگي آهي. انسان جو وقت ڌرتيءَ تي هيٺائيءَ، پُل ۽ جهگڙي جو آهي.

ميفسٽو: خوشيءَ سان مون کي شرط قبول آهي. منهنجي دل مئلن ان ڪانہ آهي: جيئرا جوان، ڳاڙهن ڳلن وارا منهنجي ڏند جي چسڪي لاءِ، مدو گرهہ آهن، پر جيڪڏهن مُردو مون کي سڏڻ اچي تہ منهنجي گهر مان راب اهو ملندس، ”آهي ئي ڪونہ.“ منهنجي راند آهي ٻليءَ ۽ ڪوئي واري.

ڏٺي: توکي موڪل ٿي ڏجي تہ انهيءَ آتما کي پلي سندس آدي گهر

ڪان، منهن ڦيرائي، ٻاهر ڪري، تون ٻاڻ وٽ قيدي رک، تان جو توکي شرم ۾ قبول ڪرڻو پوندو تہ. "نيڪ انسان، پل ڪٽي سندن اندر، اڻجاڻائيءَ جي ڪري، ڪڪرن هيٺ اچن، تہ بہ دل سان اُن جو ڀانهو نہ آهي. ڇا نيڪ انسان ۾ جيڪا نيڪيءَ جي شناس آهي، سا ڪا هن کي ڇڏڻ واري آهي؟- اڙي، بلڪ ڀاري اوندهہ جي سمي ۾، هو تمس (اوندهہ) ۽ اوندهہ جي قوتن سان لڙي ٿو: ڇو تہ جيڪا جوت هو اجا ڏسي نٿو سگهي، سا هن کي ڀاسي پيئي: ۽ جيڪڏهن هو آجو نہ آهي تہ بہ هو هن اچرج روبي ٻنڌڻ سان جنگ جوٽي ٿو.

ميفسٽو: آها! اهي رڳو جذبا آهن، جن کي ڪابہ دائميت ڪانہ آهي، اهي فقط ننڍڙيون جنگيون آهن. منهنجي رهبريءَ هيٺ ڇڏينس. مون کي تہ پنهنجو شرط کٽڻ ۾ ڪو شڪ ئي نہ آهي. اڙي! آءٌ کٽڻ مهل ڪيئن ۽ ڪيترو نہ خوش ٿيندس! هن کي مٽي کائڻي پوندي، ۽ کائيندو بہ خوشيءَ سان. اُنهيءَ پهرين نانگ (1) جيئن جنهن آد کان وني پٽي مٽي کاڌي آهي.

ڏٺي: اُتي بہ تون پنهنجي واٽ وٺ. تون هن ڪم ۾ آزاد آهين. آءٌ تو جهڙن ڏانهن نفرت سان ڪين ٿو نهاريان. منهنجي ڪم لاءِ اهڙا نوڪر ضروري آهن، جيڪي بہ روح جا منڪر آهن، تن مڙني ۾ 'انسان' جي 'مقدمي' منجهہ: وٽندڙ روح جو، انهيءَ مقدمي ۾ بيوقوف جي ويس ۾ بهرو ٿو وني، سو آهي 'جهونو گهنگار' (2). هن پليت جي ضرورت آهي. 'شيطان' کان سواءِ، هيءَ ڳجهارت ٻيهي ڪين سگهندي. ڇو تہ 'انسان' جلد ئي سست ٿيو پوي، تنهن سست کي ڏنگ ۽ اڙيءَ جي ضرورت آهي. نہ تہ انسان، بيڪار عيش ۾ گبي ٿو پوي، ۽ هيءُ سنگتي جو آءٌ ڏيانس ٿو، سو ڪيس اُٿاري ٿو، ڏونڌاڙي ٿو، هڪالي ٿو، سو آهي شيطان، جنهن کي آرام نہ آهي. (فرشتن کي) پر توهين ڏٺي تعاليٰ جا پاڪ پٽ اوهين هميشه پيا 'سونهن' جو ديدار پسو، اوهان سدائين روشن ۽ وڌيڪ روشن ٿيندا وڃو! هيءَ 'جيوت' جا چوڌاري ڦهليل آهي. هيٺ بہ آهي ۽ مٿي بہ آهي، جيڪا

---

**(1) هي اهو پهريون نانگ آهي، جنهن ڏاڏي آدم کي عدن ۾ گمراهہ ڪيو، نانگ ابليس جو روپ هو.**

**(2) جهونو گنهگار ابليس طرف اشارو.**

سدائين آهي ۽ چست آهي، 'بي انت' آهي، سا اوهان کي پريم جا پٽا پائي، سدائين خوشي بخشيندي. ۽ سڀ جيڪي وقتي آهي، سڀ جيڪي تاحيات آهي، جيڪو منُ جي اڳيان موهيندڙ مايا پکيڙي وينو آهي، تنهن کي اوهين ويچار جي زنجير سان سدائين قابو ۾ رکو.

(دربار برخواست ٿي ٿئي، ۽ فرشتا هليا وڃن ٿا.)

ميفسٽو: (اڪيلو) مون کي خوشي آهي تہ آءُ هن کي ڪڏهن ڪڏهن ملي سگهان ٿو؛ ڪهڙو نہ فضيلت وارو آهي؛ مون کي هي اسان جو نيڪ ٻڍو سردار ڏاڍو پسند آهي. ڏس تہ شيطان سان بہ پاڻ ويهي ڳالهيون ڪيائين.

# رات جو سمو

(هڪ اوچي ڪمان واري عمدي ڪوٺي آهي، جنهن ۾ ميز جي اڳيان فائوسٽ ويٺو آهي.)

فائوسٽ: افسوس! ڪهڙو علم مون ڇڏيو فلاسافي، قانون، طب؛ ۽ پڻ ڳوڙهي علم الاهيءَ ۾ پٽي مٿو هنيو اٿم، ڪيڏا نہ جوش ۾ پرجي پورهيا ڪيا اٿم. نتيجو آخر ڪهڙو آهي! وڏي پوڪ وانگر آهيان- بيهودن ڪتابي بوجن جو پٽ- اڄهو آءٌ هتي ويٺو آهيان، هن منهنجي مدرسي ۾ ڪيڏو نہ منهنجو نالو آهي. سڀ مون کي هڪ اچرج تا سمجهن. چون، تون عالم آهين، حڪيم آهين. گذريل ڏهن سالن کان، مون پنهنجي شاگردن کي پٽي پاڙهيو آهي. اٽڪلي اکرن سان پٽي سندن منُ مڙهيا اٿم ۽ هاڻي آءٌ اُنهي منزل تي پهتو آهيان، جتي ايئن ٿو سمجهان تہ ڪنهن بہ ڳالهہ جي ڄاڻ ٿي نٿو سگهي! هي خيال منهنجي اندر کي ساڙي رهيو آهي. رواجي حڪيمن، مصنفن، مولوين ۽ فيلسوفن کان مون وڌيڪ علم پڙهيو آهي، مون هر ڪنهن علم جون اونهايون ڳولهيون آهن؛ پرم ۽ ڀيا وهم مون کي ڪين تا آزارين، نڪي ڪي مون کي ڪنهن روح يا شيطان جو ڊپ آهي، پر منهنجي دل جو سڀ آرام ڦٽي پيو آهي. جيڪي بہ مون ڄاتو ٿي، يا ڀانيو ٿي تہ ڄاڻان ٿو، سو مون کي هاڻي بي معنيٰ ۽ ڪوڙو پيو معلوم ٿئي. دل ۾ اِها جيڪا اُميد هيم تہ پنهنجي وقت ۾ آءٌ انسان ذات کي علم بخشيندس ۽ اوچيءَ منزل تي آڻيندس، سا اُميد بہ مري ويئي آهي.

بي تہ دنيا جي مون کا بہ خوشي ڪانہ ورتي، نہ اختياري، نہ درجو، نہ خزانو، ڪا هڪڙي خوشي بہ مون ڪانہ ورتي. باقي جيڪا علم جي خوشي، تنهن کان بہ مان هٿي رهيو آهيان. آءٌ جي ڪٿي ڪتو هجان، تہ بہ ڪتو بہ ڪو هيئن رهي سگهي؟ انهيءَ ڪري هاڻي آءٌ جادوءَ کي لڳي ويو

آهيان، سخت ۽ تحمل واري همت سان، علم غيب کي جنبي ويو آهيان، انهيءَ لاءِ تہ مون کي ڪنهن روح کان اُهي اونهيون حقيقتون حاصل ٿين جيڪي بين کي نامعلوم آهن. جن ڳجهارتن تي مهر لڳل آهي، اُهي ڳجهہ پائي، پوءِ تعليم ڏيڻ شروع ڪندس، جنهن جو مون وٽ حصو هينئر نہ آهي.

اڙي، زمين جي اندر ڇا آهي، تنهن تي هڪ واريءَ رڳو ڪا نظر وجهي سگهان، ۽ سندس اونداهي تري جو پتو لهي سگهان! جيوت جا ڦٽندڙ ٻج ڇم کان اڳ ۾ ڏسي سگهان، ۽ قدرت جي مخفي ڪارروائي نيڪ ڪري سگهان! پوءِ هي بي آرامي پيدا ڪندڙ تپ لهي وڃي.

اي سونهن پريا چنڊ! اها، شال تنهنجا وٽندڙ ترورا منهنجي دکي پيشاني تي آخرين دفعو چمڪن! گهڻئي دفعا هن ميز جي پر ۾، اڌ رات جو، مان تنهنجي روشنيءَ خاطر اکيون کٽي وينو هوندس، اڻ ڳڻ دفتر اُٿلائي ٿڪجي پيو هوندس، پوءِ ڪتابن جي ڍِڳن ۾، ڪاغذن منجهہ مايوس ٿي رهيو هوندس. اُن اڪيلائيءَ وقت، تون دوست، جو اواهرن جو واهرو آهين، مشڪندو اندر ٿو اچين، ۽ پنهنجي منيءَ زبان سان آٿت ٿو ڏين. اڙي جيڪر ڪنهن اُتاهينءَ چوٽيءَ تي، تنهنجي روشنيءَ ۾ پيو رهان، تہ واهہ واهہ! جبل جي غار چؤگرد، روحن سان گڏ آڪاس ۾ پيو تران، خيال جي پورهيي کان، دل جي مايوسيءَ کان، ۽ اڻ ڄاڻ کان، آجو ٿي پوان: تنهنجي نرم ماڪ ۾ پيو غسل ڪريان، ۽ من جي صحت ۽ آرام حاصل ڪريان.

افسوس! ڇا اڃا آءٌ هن موڳيءَ ڪوٺيءَ ۾ آهيان، جيڪا ڇت سوڌي، جهونن ڪتابن سمان پري پئي آهي، جن کي ڪينئان ٽُڪي ويا آهن. رڳو آهن شيشا، اوزار ۽ ڪچرو. ڇا فائوسٽ، اِها آهي تنهنجي دنيا! اڃا پيو تون پڇندين تہ ڇو تنهنجي بيمار دل ٿي هيئن ڌڪ ڌڪ ڪري، تون زنده دنيا کان پري ٿي هنن مٿلن پرزن ۾ اچي گهاريو: وٽندڙ نظارا جي ڏٺيءَ انسان لاءِ جوڙي، انسان کي بخش ڪيا آهن، تن کي ڇڏي، تو اچي، حيوانن ۽ انسانن جي هڏن تي پاڻ پتوڙيو آهي. بس، بس. پري، پري. هن ٿي هڪ ڪتاب "ناسٽرڊئمر" جي ضرورت آهي، هن ۾ جادوءَ جا ڳجهہ بذايل آهن، هي ئي منهنجي اوٽ ۽ منهنجو آسرو ٿيندو. اي فائوسٽ، تنهنجي اڳيان هينئر تارن

جا پنڌ بہ ڳجها ڪين آهن. بس تون هاڻي قدرت جو ڳُجهہ لهي سگهندين. بس بس، تون هنن جادوئن جي نشانين، اکرن، گولن ۽ ليڪن تي ويهي ويچار ڪر. اچو تڏهن اوهين روحو جي مونکي ٻُڌو ويٺا سي اچو. اچي مونکي جواب ڏيو.

(ناسترڊئم جو ڪتاب کولي ٿو ۽ ڪُل عالم جي نشاني ڏسي ٿو تہ سندس ڪپاٽ کُلي پيا آهن.)

حيرت! ڪيئن نہ پل پل ۾ تي منهنجي حواسن ۾ نئين حياتي پوي، مون ۾ وري ٿي جوانيءَ جي پرهہ ڦٽي، منهنجي رڳ رڳ ٿي وري موج ۾ اچي. ڇا، جنهن هي ڪتاب جون نشانيون لکيون، سو ڪو ملائڪن مان هو ڇا؟ منهنجو روح هينئر راحت ۾ آهي. منهنجي چنل دل هينئر خوشيءَ ۾ پُر آهي. هنن جادوءَ جي ليڪن مان، قدرت جون ڳُجهيون طاقتون ٿيون پڌريون ٿين. تڏهن ڇا آءٌ بہ ڪو ديو آهيان؟ ڇا، انسان جي فنا نظر بہ، روشنيءَ جو هئڙو جلوو جهلي سگهي ٿي. هي مانيٽا اکر ڪهڙا نہ صفا آهن. قدرت پنهنجي هرڪا ڪارروائي منهنجي اکين اڳيان کولي رهي آهي. ڇا هي جلويدار ديدار سچو آهي؟ تڏهن سياڻي جا قول پڌرا آهن، جن جي معنيٰ آءٌ هيترو وقت سمجهي نٿي سگهيس.

روحن جي جهان کي، ڪَڪر ڍڪي نٿا سگهن. انسان جي اک جهَڪي آهي، ڏسي نٿي سگهي. انسان جي دل مُئل آهي. لکي نٿي سگهي، تون جو ڄاڻڻ ٿو گهرين تہ هي ڇا آهي.

"ڏرتيءَ جي دل کي، صبوح جي لالاڻ ۾ ڌوءِ، جيسين ڌرتيءَ جا داغ سڀ غائب ٿي وڃن."

(وري بہ ڪُل عالم جي نشاني کي ڏيان سان جاچي ٿو.)

اچرج! ڪيئن نہ هي جادو. قدرت جا مخفي طريقا ٿو منهنجي اکين اڳيان پڌرا ڪري: ڏس! سڀ شيون، هڪ ٻئي سان مليون پيون آهن. هرڪا پنهنجو وجود ٻئي کي ڏئي ٿي، ۽ سڀ واري واري سان هڪ ٻئي تي آڌار رکن ٿيون. عرش جا ڪاروباري هيٺ لهن ٿا. وري عرش ڏي ورن ٿا، ترن، ڳُنجن،

اُٺجن، چڙهن ۽ ٻُڏن ٿا. هرڪو هرڪنهن ڪان ونئي ٿو، هر ڪنهن ڪي ڏٺي ٻه ٿو، هرڪو سونَ (جوت) سان پرجي ٿو. هوا ۾ زنده لهر جي اُٿل آهي، سُک جو ساهه ڪڇي ٿو، هر جاءِ تي بي انت سانت آهي!

واهه واهه- ڪهڙو نه ديدار- پر رڳو نماءُ ڇا- انسان جي دل بي حد قدرت کي پاڪر منجهه پري سگهي ٿي؟ پاڻيءَ جو چشمو، پربو پيو آهي؛ هر جاءِ تي ساڳيو آهي؛ ڪشادي آسمان کي، پربور زمين کي، ۽ هرڪو جو منجهس وسي ٿو، تنهنجو آڌار آهي، تنهنجي خوشي آهي.

اڙي! هيءَ مُنل دل جي توکي ڪٿي ويجهو سمجهي! بالڪ جيان هيءَ دل نماڻي توڏانهن وري ٿي؛ مِني آب حيات تڙڦي ٿي، تنهنجي مادري ڇاتيءَ ۾ گذارڻ گهري ٿي. جنهن تسليءَ جي مونکي طلب آهي، سا مونکي تون ڏين نٿو، جنهن ڪاڏي جي مونکي بُک آهي، سو مونکي تون بخشين نٿو.

(بي آرامي ۾، نسترادم جا صفحا ورائي ٿو، تان جو سندس اک، ڌرتي جي روح جي نشانيءَ تي پوي ٿي.)

هن نشانيءَ جو اثر وري منهنجي هِن بُت تي ڪهڙو نه ٿئي ٿو! ڌرتيءَ جو روح. منهنجو سياءُ ٻه ساڳيو آهي. اڙي تو وانگر آهي! ڪهڙو نه ٻي ڊپائيءَ سان آءٌ هيءَ نشاني ٿو پڙهان، هينئر ئي پيو پانيان، ته نيون طاقتون حاصل ٿيون اٿم. ائين پيو پانيان ته ڇڻ شراب سان منهنجو مٿو باهه وانگر ٿو ٻري؛ مونکي ڪپي، هاڻي ڪپي، جوشيلي زندگي؛ پلي دنيا جي چرپائي مونکي ونئي وڃي. آءٌ پيو پانيان ته منهنجي روح منجهه طاقت پيدا ٿي آهي، مون ۾ هينئر اهڙا خيال اُٿيا آهن، جو آءٌ پانيان پيو ته ڌرتيءَ جا بار ڪڻي سگهندس- گناهم جا توڙي ثواب جا. آءٌ طوفان جي ڦوڪ سان، جنگ جوتي سگهندس ۽ جتي ٻوڏ پنهنجا ڏند ڪرٽي ٿي، اُتي آءٌ لهرن ۾ گهڙي سگهندس.

ها، پر هي ڇا ٿو ٿئي، چوڌاري سردي، ۽ ڪارنهن ٿي ويئي آهي. چنڊ پنهنجا تِرورا واپس ورتا آهن! ڏيئي جي ڊِرڪندڙ روشني پئي ڏُڏي؛ جهڪي ٿي ويئي، ۽ مري ويئي. آءٌ پنهنجي مٿان، آسمان مان، ڪا سياتو پيدا ڪندڙ هيبت، هيٺ ايندي ٿو پانيان؛ جيڪا منهنجي خون کي پگهاري، برف ڪيو ڇڏي؛ تون آهين، ڌرتيءَ جا روح تون ويجهو آيو آهين ۽ منهنجي مٿان، پيو

واسو ڪرين. روح! منهنجي اڪين اڳيان پڌرو ٿي- ڪيئن نہ منهنجي دل ڌڙي ٿي، منهنجا خيال حيرت ۾ ٻوساٽجي رهيا آهن. منهنجو هرڪو حواس ۽ هرڪو جذبو ڇڪيو تاڻيو بيٺو آهي، تون پڌرو ٿي تہ تنهنجي مرحبا ڪن.

روح، منهنجي دل، منهنجي دل توکي اربيل آهي. تون پڌرو ٿيءُ. انهيءَ پڌرائي جي بدلي تون پل هي ساهہ وٺين، پر مون کي تنهنجي شڪل ضرور ڏسڻي آهي.

(ڪتاب جهلي ٿو، ۽ روح جي نشاني اُچاري ٿو؛ ڏسي ٿو تہ هڪ ڳاڙهي روشني ٿي ٻري ۽ ڳاڙهاڻ ۾ روح ٿو ڏسجي.)

روح: ڪير ٿو مونکي سڏي؟

فائوسٽ: (منهن ڦيرائي) هيبت جي شڪل، پري ٿي!

روح: منهنجي ڏورانهين ديس مان تو مونکي پڌرو ٿيڻ لاءِ مجبور ڪيو آهي، تو مونکي چوُسي هيٺ آندو آهي؛ مونکي اُتان زبردستيءَ سان گهليو اٿيئي ۽ هاڻ... -

فائوسٽ: مان ڏڪان ٿو، پوءِ ۾ ڏران ٿو.

روح: منهنجي منهن ڏسڻ لاءِ منهنجو آواز ٻڌڻ لاءِ تون ماندو هُئين، آتو هئين، تنهنجي جيءَ جو زور ڀريو حڪم ٿو مونکي تو وٽ نمائي. آءٌ حاضر آهيان- هينئر ۽ هتي. ڪهڙي ڊپ توکي ورتو آهي؟ توکي- جو تون، انسان کان وڌيڪ آهين- اهڙو جبرو جيو ڪهڙو آهي، جنهن کي همت آهي اسان روحن کي سڏ ڪرڻ جي؟ اهڙو جيو ڪٿي آهي، جو ويچاري، رٿي ۽ پنهنجي دنيا پيدا ڪري سگهي. فائوسٽ تون ڪٿي آهين؟ تنهنجا اُچار هئا، جي گهنڊ جيان مون وٽ پهتا؟ ڇا تون اُهو ساڳيو آهين، جنهن جا حواس هينئر اهڙو تہ خطا ٿي ويا آهن جو ساهہ مُنجهي ويو اٿيئي، اڙي خسيس سُرندڙ ڪينئان!

فائوسٽ: ڳاڙها روح، آءٌ تنهنجي پوَ کان ڏڪان ٿو. آءٌ اُهو آهيان، مون توکي سڏيو، آءٌ فائوسٽ آهيان، تنهنجو شريڪ آهيان.

روح: آءٌ اُهو آهيان، جو زندگيءَ جي نِسرن ۾، هل چل جي طوفان ۾، ڪم جي جذبي ۾، باهہ ۾، هوا ۾؛ هِتي ۽ هُتي، هلان پيو ۽ رُلان پيو. جم ۽ موت، اپار سمنڊ، جنهن جي موج هميشہ لڳي پيئي؛ انهن مڙني مٿان، ۽ مڙني

جي هيٺان، حياتيءَ جا ڦيرا آءٌ ئو اُٿاريان، آءٌ ئو اُٿيان.
ڪال جو آڌاٽو، بنا بيهڪ جي، آءٌ ئو ڦيرايان،
سائينءَ سَندو، جيوت- جبو، آءٌ ئو اُڻايان.

فائوسٽ: تيز روح، تون سدائين ڪشادي جهان جي چؤڌاري ٿو ڦرين، آءٌ پاڻ کي ڪهڙو نہ تنهنجي ويجهو ٿو پانيان.

روح: اي انسان، تون آتما آهين، جنهن کي تون لکين ٿو، نہ مان.
(گم ٿي ٿو وڃي.)

فائوسٽ: (مونجهاري وس ٿي) تون نہ! تڏهن ڪير؟ آءٌ! ڌڻيءَ جو پاڇو! ۽ بلڪ تو جهڙو نہ!
(ڪڙڪو ٿو ٿئي.)

ڪرسٽ جو قسم، هي ڇوڪر منهنجو شاگرد آهي، اجهو آيو آهي منهنجي هوائي مزمانن کي نيڪالي ڏيڻ. بس هن جي اچڻ تي، منهنجي حواسن اڳيان سڀ غائب ٿي ويو.
(شاگرد ڪجهہ ڪانئس پڇي هليو وڃي ٿو.)

## اندر جو آزار

فائوسٽ جي اندر ۾ مُونجهہ هئي. فائوسٽ ڦٽڪي رهيو هو. بہ جيوَ فائوسٽ جي منُ کي وڪوڙي رهيا هئا. سندس آتما جو لاڙو چڱائيءَ طرف هو، هو دنيا جا رواجي ڏنڊا ڦٽا ڪري، علم جي پنيان لڳو هو. پر فائوسٽ جي ڳولا منُ جي هئي، هن جي تلاش دماغي هئي. دماغ اُها شيءِ آهي، جنهن جو واڌارو ضروري آهي، پر انهيءَ سان گڏ جڏهن انسان ٻُڌي ڪِلي، هن جي اندرين جوت جاڳي، تڏهن هن کي آرام اچي. اها ٻُڌي، اها اندرين روشني هن کي تڏهن ئي حاصل ٿئي، جڏهن هو پاڻ پٽي کي ڇڏي، برائيءَ کي تَرڪ ڪري پاڻ کي چڱائيءَ ۾ داخل ڪري ٿو. فائوسٽ رواجي آتما نہ هو، پر هو اجا دماغ جي دونهي ۾ داخل هو، هو اجا دل جي درياهہ ۾ ڪين گهڙيو هو. دماغ بلڪل ضروري شيءِ آهي، ڇو تہ دماغ خود ارادي، ۽ خود شناس کي ناهي ٿو، پر انهيءَ دماغ کي جڏهن بصيرت (ٻُڌي) حاصل ٿئي، تڏهن انسان

سمجهي سگهي. اها نوراني شيءِ جيسين هن کي حاصل نہ ٿي آهي تيسين هو ڪارهن جو پنڌ ڪرڻ ڪري، گمراهہ ٿي وڃي ٿو. علم ٻن قسمن جو آهي، هڪڙو علم سفيد آهي، اهو پنڌ راهہ راست جو آهي. ٻيو علم خوديءَ جو آهي، ڪاري جادوءَ جو آهي. اهي ڪارو ۽ اڇو ٻئي انسان کي لڳل آهن. هرڪو انسان وڏي مقدمي يا آزمائش مان لنگهڻو آهي. فائوسٽ جي اندر ۾ بہ اها ڦٽڪ هئي. ”ڌرتي“ جو روح جنهن جي جزن مان انسان جو جسم ٺهيل آهي، سو فائوسٽ کي هيٺ ڪيرائڻ لاءِ سنيري آيو، پر فائوسٽ ۾ جيڪا ٻي نوراني شيءِ هئي، تنهن کيس آگاهہ ٿي ڪيو تہ متان انهيءَ ڌرتيءَ جي روح جي پُٺِ ورتي اٿئي. توکي ڪپي تہ تو ۾ جيڪو آسماني، نوراني روح آهي تون اُن کي وٺ.

قدرت جو اهو قانون ٿو ڏسجي، تہ هر هڪ انسان، کي آزمائش جي باهہ مان لنگهڻو آهي ۽ پوءِ هو پاڪائيءَ جو پنڌ ڪري ٿو. فائوسٽ کي بہ انهيءَ باهہ مان لنگهڻو هو. هو هاڻي انهيءَ نازڪ منزل تي آيو هو جتي شيطان جو اثر هن تي غالب پوڻ تي هو. فائوسٽ پانيو هو تہ بس ٻاڻ اچي ڪونيءَ ۾ دنيا کي تَرڪ ڪري وينو، تہ مٿس دنيا جو اثر پوندو ئي ڪين. ”نسترادم“ جي ڪتاب ۾ ڪُل عالم جي نشاني ڏسڻ سان، هن ۾ جيڪا ڦوند پيدا ٿي هئي، تنهن ۾ پانيو هئائين تہ بس مون وڏي وِٿ حاصل ڪئي، پر پوءِ جڏهن ڌرتيءَ جو روح مٿس غالب پئجي ويو تڏهن بيحد پشيمان ٿيو ۽ اڪيلائيءَ ۾ پڪارڻ لڳو.

ڏٺيءَ جو پاڇو! مون پانيو هو تہ مٿيءَ جي پيڙي مان ڦري اُتم درجي تي پهتس، ۽ آءٌ مٿيءَ جو پُتلو ڪين آهيان، مون آڪاس جي جوت حاصل ڪئي آهي، مون سچ جو درشن ڪيو آهي، بس آءٌ فرشتن کان مٿي چڙهيو آهيان. قدرت جي لهر مون ۾ چست هلڻ لڳي هئي، تڏهن آءٌ قدرت هلائڻ لڳس.

(اڙي، چو، انسان هر ڳالهہ ۾ اعليٰ ڪين آهي!)

افسوس هڪ پل ۾ اعليٰ، هڪ پل ۾ عبد. آءٌ وري بہ بي آراميءَ جو شڪار ٿي رهيو آهيان. ڪو ڪونہ آهي جو مونکي سمجهائي تہ آءٌ ڪهڙي ڳالهہ کان پاسو ڪريان! اندر ۾ چڪ ٿي اُٿي. بس آءٌ ٻاڻ کي ڇڏي ڏيان؟

افسوس، انسان جي آتما ۾ ڪهڙي نہ پوترتائيءَ آهي تہ بہ غير لڳو رهي ٿو.

جڏهن اُميد جي تازگي تي اُتي، خيال جو پکي پنهنجا پَرَ چوڙ ٿو پکيڙي، ائين ٿو ڀانئي تہ منهنجي ڪشاديءَ پکيڙ هيٺ سارو جهان سمائجي ويو آهي. پر جڏهن سندس نصيب منهن ٿو موڙي، تڏهن انسان لاءِ ننڍڙي ڪُنڊ ڪافي آهي. حياتيءَ جي عجيب چڪر ۾ جيڪا بہ شيءِ اسان کي پياري هئي، سا ڦُٽيو پوي! چاتيءَ ۾ ڇننا اچيو پنهنجو آکيرو ڪري، بي آراميءَ سان ونيو جهولي ۽ سڀ آرام نڪريو وڃي. ڳجهو روڳ اندر کي لڳيو وڃي، تان جو سڀ خوشي ۽ آرام گم ٿيو وڃن. هوءَ روز بروز ڪنهن نہ ڪنهن نئين ڪيڏ سان طبيعت کي آزمايو وڃهي. گهر بار، زال، سڀ باهہ، زهر، ۽ خنجر وانگر پيا ياسن. پيون مصيبتون، جي اچن بہ ڪين ٿيون، تہ بہ آرام ڦٽايو ڇڏين. نہ نہ آءٌ ڪو ديوتائن جهڙو ڪين آهيان؛ نہ! نہ! آءٌ تہ ڏکان پيو؛ آءٌ تہ سمجهان ٿو تہ آءٌ ڪينئن جهڙو ڪينئون آهيان؛ ڪينئون آهي بہ مٽي ۾ رهي بہ مٽيءَ ۾ ٿو؛ اتفاق سان ڪو پيرُ لڳي ويس تہ نابود ٿيو وڃي.

هي مڪان جتي آءٌ رهان ٿو، سو مٽي ڪين آهي؟ هي قيدخانو، مونکي ڪهڙي حياتي يا خوشي بخشيندو؟ هيءَ منهنجي بيمار اک، جيڏانهن ٿي نهاري، تيڏانهن رڳو ڪتابن جا ڍِڳ لڳا پيا آهن، هڪ ٻئي مٿان ڪتاب چارن تي چڙهيا پيا آهن، اهي بہ مٽي آهن. ڇا آهي حياتي، فقط هڪ مرض آهي. هن مٽيءَ ۾ رهي، منهنجو تَنُ ۽ منهنجو منُ، ٻئي بِرِ ٿيو پون. مونکي علم منجهان وريو ڇا. هي علم جا اوزار سڀ مون تي ٺٺولي ڪين ٿا ڪن!

اوهين وگيان جون ڪُنجيون، آءٌ قدرت جي دروازي وٽ اوهان جي مدد لاءِ بينو آهيان، پر دروازي تي سنتري بيٺل آهي. ڪُلف اهڙا تہ قابو لڳل آهن، جو کُلن نہ ٿا. تڏهن هن جفاڪشيءَ جو سود ڪهڙو؟

تڏهن جيڪي مون وٽ وڃي بچيو آهي سو ڇو نہ آءٌ اُڏائي موج ڪريان. جيڪي مائٽن کان ورثو مليئي سو خوب اُڏاءِ؛ انهيءَ ريت ٿي انسان، ڪنهن بہ شيءِ کي پنهنجو ڪري ٿو سگهي. جيڪا شيءِ ڪم نٿي آڇي سا اٽڪ ٿيو پوي؛ جيڪا شيءِ ماڻجي نٿي سا بوجو ٿيو پوي.

# فنا جي شيشي

فائوسٽ وِيچارن ۾ غلطان آهي؛ ڪڏهن هيٺ ڪڏهن مٿي. منجهس جنگ مَچندي ٿي وڃي، ڪڏهن جوش ٿو اچيس، تہ ڪڏهن مايوس ٿو ٿئي، اها چٽاپيٽي سندس اندر کي ماريو ڇڏي. آخر جڏهن بلڪل ڪڪُ ٿو ٿئي، تڏهن نظر وڃيو ننڍيءَ شيشيءَ تي پويس، جنهن شيشيءَ ۾ اُها شيءِ پئي آهي، جيڪا ونڊ سان، بُت جا بند خلاصا ٿي سگهن ٿا، موت جي ملڪ ڏانهن انسان دمُ ۾ روانو ٿي سگهي ٿو. فائوسٽ نااُميديءَ جي اوڙاهہ ۾ غرق آهي ۽ ڪنهن وقت انهي شيشيءَ کي هٿ ۾ ٿو کڻي، ۽ چوي ٿو:

"اي شيشي، پياري شيشي! آءٌ تنهنجي مرحبا ٿو ڪريان، آءٌ تنهنجي عزت ٿو ڪريان، تون ئي ڪماليت جي پيدائش آهين. تو ۾ منهنجي آخري اُميد آهي. تون منهنجو واهرو ٿي، سچي سنگتڻ ٿي؛ تون پنهنجي پراڻي خاوند کي انڪار ڪيئن ڪندينءَ! توتي نهارڻ سان، سور مانو ٿو ٿئي؛ جنهن جي بار مونکي جهڪائي ڇڏيو هو، سو بار هاڻي گهٽ ٿو ٿئي. توکي ٿو هٿ ۾ کڻان؛ تون ئي وفادار دوسبت آهين. توکي هٿ ۾ کڻڻ سان، اندر جي آنڌ مانڌ جيڪا منهنجي جيوت جي شڪتين کي کائي رهي هئي، تنهن جي جاءِ تي هينئر آرام آهي، منهنجي جيءَ تي جيڪا سورن سوچ چاڙهي ڇڏي هئي، سا سوچ هاڻي لهندي ٿي وڃي. آءٌ پيو پانيان، تہ حياتي ۽ سوجهرو منهنجي اڳيان ساگر جيان پاڻُ پکيڙيو بيٺا آهن، ۽ روشنيءَ جي چمڪ سان، مون کي چون ٿا پلي آءُ. منهنجي پيرن جي پر ۾ هيءَ سمنڊ روپي شاندار آرسي لڳي پئي آهي؛ مون کي مُرڪ سان نيند ٿي ڏئي تہ، آءُ- بيا بہ ڪنارا آهن، بيا بہ آسمان آهن.

ڏسو! اڳنيءَ جو رٿ آهي؛ جيڪو آهستي ٿو هيڏانهن اچي؛ اندر منجهہ اُهي ٿا اُڏامڻ جا اُڌما اُٿن؛ جيڪي هن مٽيءَ جي بالڪ کي آزاد هوا ۾ کنيو ٿا

ـِ ڃن. آءُ ائين پيو ڀانيان تہ منهنجا بند اجهو ٽا خلاصا ٿين. اڳتي نوان ديس
ـسو! اڳنيءَ جو رت آهي؛ جيڪو آهستي ٿو هيڏانهن اچي، اندر منجهہ اُهي ٽا
ڏامڻ جا ڏما اُٿن؛ جيڪي هن مٽيءَ جي ٻالڪ کي آزاد هوا ۾ ڪنيو ٽا وڃن. آءُ
ئين پيو ڀانيان تہ منهنجا بند اجهو ٽا خلاصا ٿين. اڳتي نوان ديس آهن، نوان
ـارڳ آهن جن جي ڄاڻ اڃا نہ پئي آهي. ڇوڏاري حياتيءَ جو ڀنڊار ڀرپور آهي؛
ـدائي سک سدائين لاءِ آهي!

ڇا تون ڪينئون آهين؛ پوءِ بہ ههڙي فرحت توکي بخش ٿيل آهي! تڏهن
ون رڳو ارادو ڪر، تہ اها فرحت تنهنجي آهي. هاڻي تڏهن موڪلاءِ سج کان؛
هربان سج کان ۽ هن مُرڪندڙ زمين کان؛ رڳو هڪ پل، فقط هڪڙو، پوءِ
ڇي ٿو ٻيو جنم! جتي ٻيا ٽا موت کان ڏڃن، تون اُتي جيوت کي پاءِ، پنهنجي
ـاقت جي ماپ وٺي، پيچ بند، پيچ بند، مڪت جو دوار تون ڪشادو ڪول.
نسان ٿي، عمل سان چٽو ڏيکار، تہ انساني روح ۾ ايڏي ڪشش آهي جو
ـٽيءَ جي اک سنمک ٿي سگهي ٿي، ۽ جهڪي ڪين ٿئي ٿي؛ ٻيهہ ٻي ڏيو،
ـن جي سڌو سنمک.

متان ڏڪيو آهين، هي مرض سڀ من جا آهن، هي ايذاءُ سڀ خيال جا
هن، جو اڻ هوندا اوزاهہ ٿو پيدا ڪري، جن ۾ پربتن ۽ پوتن جون رڙيون ٿيون
ڏجن: هي جهنم سڀ خيال جو آهي ۽ جنهن جهنم کي ڏسي ٿو، سو جهنم
ـ پاڻ آهي. هاڻي همت ڪر. لنگهي پؤ سوڙهي دروازي مان، جتي نااُميدي
ـنتريءَ جيان بيني آهي؛ ڪوبہ خوف ڪونہ اٿئي!

ارادو ڪر، هن اعليٰ سمي ۾، خوش مزاج ٿي، فتح جو اُتي قدم ڪڻ،
ضبوط ٿيءُ، سڀ ڊپ اُڇلائي ڇڏ- ۽ پوءِ ڀلي پاڻ کي ڇوٽ ڇڏ- ائين جي ٿي
وي تہ- ناه جي درياءَ ۾ پاڻ وهائي ڇڏ!

اي تون صفا چمڪندڙ، پراڻي پيالي، تون ڀلي آئينءَ! هاڻي ڪاريءَ
ـهڪ سان پاڻ کي ڀر؛ اهڙو منهنجو ارادو آهي! هي مون ملايو آهي، ۽ هيءُ آءُ

پيئندس. هيءُ آهي منهنجي پوئين سرڪي هن جهان ۾، اربڻ ٿو ڪريا
(جيءَ سوڌي، جان سوڌي) صبوح جي سج کي.

(پيالي ٿو چپن تي رکي.)

فائوسٽ اڃا پنهنجن چپن تي پيالي رکي ڪين تہ گهنڊ وڄندا ٻڌائين فرشتن جي راڳ جا آواز ڪنن تي پيس، اهو راڳ جو ڪرسٽ جي پوتر ڏينهہ ايسٽر تي ٻڌبو آهي. انهيءَ غيبي راڳ فائوسٽ جي تتل هينئين تي ٺارُ وڌو فرشتا چڻ انهيءَ ڪوشش ۾ هئا تہ فائوسٽ جي منُ تان بوجهو لهي. هن کي راڳ ۾ آئت ڏيڻ لڳا تہ تون پاڻ نہ ولوڙ، دل کي همت ۽ تسلي ڏي، دک لهي ويندو. ڪرسٽ قبر مان اُٿيو آهي. اپار آنند جو ياڳي آهي. هن جي ڪاڻ هينئ ماندي، ڌرتيءَ جو ٽڪُ ۽ فاني انسان جون ڳٽيون ناموجود آهن. هن هاٿي قبر جا سخت تاڪ پچي ڦٽا ڪيا آهن.

قبر قيد نہ آهي،
سائين اُٿيو آهي.

فائوسٽ جي دل تي وڏو آئت پيو. هو پاڻ کي چوڻ لڳو: ”اهي ڪهڙا مذرُ آلاپ، جنت جا آواز! ڪهڙو نہ سندس اثر آهي، جو چپن تي پيل پيالي کي بہ پري ڪيو ڇڏين! پلي وڳا هي سپاڳا گهنڊ؛ پوتر ايسٽر جي فرحت ڏيندڙ صبوح جي ٿا مرحبا ڪن. اوهين خوشين ۾ پرپور فرشتا، اوهان جا آلاپ مان آئت جي ڌارا وهڻ لڳي آهي. اُهو راڳ جيڪو ڪنهن وقت فرشتا قبر جي چوڌاري اڌرات جو ڳايو هو، جنهن ۾ هڪ نئين چوٽڪاري جو انجام ۽ ثابتي هئي.

(وري ٻول ٿو ٻُڌي. عورتون ٿيون ڳائين.)

عورتون(1): چندن سان هن کي پوريوسين ۽ سندس بالڪن ۽ پوئلڳ پنهنجي مئل خاوند کي دفن ڪيو، ڪفن ۾ ويڙهي اسان کيس اُتي ئي ڇڏيو پوَ منجهہ اسين موٽي آيونسين. اڙي ڇا ڪريون! ڪٿي لهون پنهنجي خاوند کي، خاوند هتي ڪين آهي.

(فرشتا ٿا ڳائين.)

---

(1) عورتون، جن ڪرسٽ کي قبر ۾ پوريو هو.

فرشتا: سائين اُتي ڪڙو ٿيو، دک وڏيڪ نہ ڪريو، منُ جي ڦندن ڦاسائڻ
ي ڪوشش ڪئي، پر هو آزمائش مان لنگهي پار پيو، اڳي ڪان اڳرو. آنند،
ند، جيءَ! اَنت جي مَها دُک ۾، پريم، غريبي ۽ قرباني منجهس پڌرا هئا.

قبر قيد نہ آهي،
سائين اُٿيو آهي.

فائوسٽ: مِنا ۽ سُندر آلاپ، اوهين هتي ڇا ڳولهڻ آيا آهيو؟ ڇو اوهين
ن اوندهہ ۾ گنل وٽ آيا آهيو؟ ڇگو آهي تہ اوهين انهن کي آٿت ڏيو، جي
ڪنهن نرم قالب جا نهيل هجن! آءٌ اوهان جو سنيهو سڻان ٿو، پر مون کي
ٽيا/ گُٽا ڪانہ آهي. ڪرامت پار آهي، مٺيا/ گُڻ جو. آءٌ پاڻ کي زوريءَ
ميءَ منزل تي نٿو رکي سگهان جتي سُک سُک جون خبرون ٿيون پڌجن.
ا! ڇوڪراٺي عمر ۾ جڏهن خوشيءَ جو وقت هو، هڪ پيري ڏٽي جي پريم
۽ مون تي وسڪارو ٿيو هو. سباٺ جو پوتر ڏينهن هو، مون ائين پانيو تہ
ڀارت جي پوتر چُمي، ڏٽي مون کي ڏني: مون ۾ اُن وقت هڪ تيز ۽ اَجهل
ڪير پيدا ٿي، جنهن جي پرواز مون کي نہ پئجي سگهي تہ ڇا آهي. گهنڊن
ي آلاپن ۾ آءٌ اونهيون معنائون سمجهڻ لڳس. مون ۾ هڪ روحاني جوش
ا ٿيو، آءٌ اڪيلو ئي اڪيلو ٻنين مان، ٻيلن مان هلندو رهيس. پوءِ گرم
ڙها ڇوٽ وهڻ لڳا، اُن وقت مون لاءِ نئون جنم ۽ نئون جڳت ٻنجي پيا
ا: اڄ جي گهنڊن جي آلاپن ۾ بہ بَهاريءَ جي اُميد هئي ۽ هاٺي آءٌ وري بہ
ڙي ٻالڪ جيان ۽ جهوني سمرتي منهنجي دل کي ڳرانٽڙي پائي ويني آهي،
ڻ کي هي ڪم ڪرڻ کان منع ٿي ڪري.

(ٻول وري ٿا ٻرن، جنهن ۾ ٻالڪ ٿا ڳائين.)

ٻالڪ: جيڪو پوريل هو، سو اُٿيو آهي، قبر جا ناڪ کُلي پيا آهن، موت
جيوت آهي. اُٿيو آهي خاوند، ڇوٽڪاري ڏيڻ ڪاڻ جاڳيو آهي. اڳتي ۽
ي، مٿي ۽ مٿي، چڙهندو رهي ٿو شڪتي اَپار، آنند اَپار. جوت جي تخت تي
هينئر براجمان آهي؛ هن جا پورهيا هاٺي سڀ پورا ٿيا. ڌرتيءَ تي هن جا
ڪا اڃا آزمائش ۾ آهن، دُکن ۾ آهن. ٻالڪا ويچارا ڇنل ڇورا، آهون اندر

مان ڪڍن ٿا: تون وئين، جوت ڏي، اسين آهيون اُوندهہ ۾.

(فرشتا ٿا ٻول اُچارين.)

فرشتا: ڪرسٽ (1) آهي اُٿيو، سائين آهي چڙهيو: ڪال راڄ- پورو ٿيو، گناهہ هاڻي ختم ٿيو. اوهين ٻہ هاڻي شرف ونو، ڪرسٽ جو فرمان مڃو؛ شيطان ۽ گناهہ جي ٻنڌڻ ڪان آجا ٿيو.

پنهنجي جيوت ۾ هن جا نيم مڃو: پريم ڪي پنهنجي ڇاتيءَ ۾ ڌاريو غريبن کي دانُ ڏيو، ڏٺيءَ کي ياد ڪيو، نماڻا حليم ٿيو، ماڻهو کي گيان ڏيو اهڙيءَ ريت اوهين ورتو. سائين پيارو، سدا پيارو، حاضران حضور آهي ويجهو آهي آڻ ڏنو.

فائوسٽ جي دل کي آٿت آيو. شيطان ابليس (ميفسٽو) جو مٿس ڇا وجهي رهيو هو ۽ جيڪو ڌرتي جي روح جو روپ وني، کيس ڌتاري رهيو هو تنهن اثر آڏو ڏٺيءَ جا فرشتا پنهنجي ڪارُ هلائي رهيا هئا. فائوسٽ جو ڳوڙ منُ ڪجهہ مڙيو ئي هلڪو ٿيو. اُن وقت ڪپڙا پائي، ٻاهر نڪتو. سمجهيائين تہ هن ڪونيءَ ۾ اثر اُبنا آهن، ڇو تہ وڃي ڪا ٻاهر صفا هوا کاوان. ڏينهن ه ايسٽر جو، شهر جا ماڻهو نوان نوان وڳا ڍڪي خوشين ۾ ٻاهر نڪري آيا هئا فائوسٽ گهمڻ ڦرڻ لڳو، انساني جيوت جو نماءُ پَسڻ لڳو تہ ڪيئن هرڪ مستُ آهي، نينگريون ۽ نينگر، عاشق ۽ معشوق ڪي ڪهڙيون پيا ڳالهيو ڪن، ڪي ڪهڙيون پيا رانديون رمن. فائوسٽ گهمندو رهيو، سندس منُ هلڪو ٿيندو رهيو. هن جي دماغ مان جادوءَ جا غبار ڪجهہ قدر نڪرڻ لڳا فائوسٽ اڳيرو هليو. آسمان جي صفائي، ۽ بهار جي هير، ڏينهن جي جو جو جهلڪو، اهي سندس منُ مان. رات جي سمي وارا دڪدائڪ خيال ڪڍ لڳا. سيارو پورو ٿيو هو، بسنت شروع ٿي هئي، نديون ۽ نهرون برف ڪا آجيون ٿيون هيون. بسنت جي پيار پريءَ مُرڪ ۾، سايون ٻنيون، تازيون

(1) حضرت عيسيٰ عليه السلام ڏانهن اشارو.

اُميد ڀريون ڏسڻ ۾ ٿي آيون. هر شيءِ ۾ حياتي ٻَڪڻ لڳي هئي. ڏنائين، تہ ڳوٺاڻا ۽ ڳوٺاڻيون ڀيا جهمريون پائي نچن. پاڻ وچي ساٿن رُليو مِليو. ڳوٺاڻا ڏاڍا خوش ٿيا تہ ڊاڪٽر فائوسٽ اچي اسان سان ڳالهايو، اهو تہ اسان کي شرفُ ڏنائين. سيئي اچي سندس چوڌاري مِڙيا. هڪ ٻئي کي آسيسون، دعائون ڏيڻ لڳا. فائوسٽ جو منُ ڀرجي آيو. ڏنائين تہ هي انسان ڪهڙا نہ ابوجهہ ۽ دل وننڌڙ آهن. وري بہ کين آسيس ڪيائين: ڏٺيءَ جا ٿورا مجو. اسين تہ سڀ هن جا ٻانها آهيون. سڀ آسيسون انهيءَ کان ٿيون اچن، جيڪو نسان جو دوست آهي.

ماڻهن کان موڪلائي وري بہ فائوسٽ اڪيلائيءَ ۾ گهمڻ لڳو. قدرت جو نظارو ڏسندو رهيو:

واهہ! هي نما شام جو وقت! ڪيئن تہ هلڪي ڳاڙهي روشنيءَ ۾ ڳوٺاڻيون جهوپڙيون سهڻيون ٿيون ڏسڻ ۾ اچن، چوڌاري ساوا وڻ اٿن، هر ڪ جهوپڙيءَ کي پنهنجو باغيچو آهي. سج هاڻي لهي ٿو وڃي، ڏينهن مري و وڃي ۽ ٻاهران ائين پيو ڏسجي تہ ڏينهن سان گڏ سج بہ ويو. پر نہ، سج ىي، هينئر بہ پنهنجي جوت ڏئي ٿو. جيڪر مون کي بہ اهڙا پَرَ هجن تہ آءٌ زمين ان مٿي کڄي سندس پنيان ويجهو ويجهو لڳان! پوءِ جيڪر سُتل دنيا کي ـام جي سرخيءَ ۾ جهلڪندو ڏسان، ٽڪرين جون چوٽيون چمڪنديون سان، ماٿريون آرام ۾، روپي لهر سانت ۾ پَسان؛ آسمان ڏي آءٌ اُڏامندو امندو وڃان، ڪوبہ اُتانهون جبل پنهنجي ڇاتي مٿي ڪڍي، مون کي بيهاري سگهي.

ڏس! اجهو هينئر اوچتو سمنڊ تي جوت جهلڪا ٿي ڏئي، ۽ ڏينهن جو ڍتا اندر ٿو وڃي. مون ۾ نئين ياونا ٿي پيدا ٿئي، آءٌ اجا بہ جنت جا پراڻ ٿو ان. اجا بہ هن جي امر جوت ٿو پيان. ڏينهن مون اڳيان، رات مون پنيان، ـمان مون مٿان. اڙي... پر! ڇا هي سڀ طلسم هو! ٿوري وقت جو ـڪو هو! ويو هليو. افسوس! هن ٻت کي پر ڪونہ آهن، جو اُڏامي ڌرتيءَ

جي بند ڪان آجو ٿئي. ۽ پوءِ روح پکيئڙو سير ڪندو رهي. تہ بہ هرڪو ماڻهو قبول ڪندو تہ ڪو پل هيءُ اسان جو روح پکيئڙو بہ اُڏامڻ لڳي ٿو. اسان کي مٿي چاڙهي اڳتي ۽ مٿي کڻي هلي ٿو ۽ پوءِ نيري ديس ۾. آڪاس ۾ خوب گيت ٿو ڳائي؛ اُتانهن پربتن جي خوفناڪ چوٽين جي صنوبري وڻن مٿان، عقاب ٿو پَرَ پکيڙي؛ چوٽيءَ تي چڙهي، ڪونج ٿي گهر کي ويجهو ۽ ويجهو پوي. پر... افسوس! هيءُ آڪاسي موج رڳو ڪا ڪن پل جي آهي. افسوس هاڻي ڌرتيءَ جي پاتار ۾ آهيان. ڇا ڪريان! منهنجي دل ۾ اندر بہ جيوَ ٽا وسن. اُتي سڀ بي آرامي آهي. هڪڙو جيوَ ٻئي سان ٿو خاونديءَ لاءِ وڙهي، هرڪو ٻئي جي وس کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ ٿو ڇٽاپيٽي ڪائي. هڪڙو نيچ ڌرتيءَ جي نفساني خوشين ۾ مگن ٿو رهي، ۽ ڇهتيو پوي. ٻيو پانئي تہ پنهنجي سگهہ سان، ڌرتيءَ کان مٿي آسمان ڏي اُڏامان، جو آسمان سندس نج گهر آهي، اباڻو ديس آهي، جنم واري جاءِ آهي. اڙي! سچ پچ وايوءَ ۾ جيڪڏهن اُهي ديوَ آهن جيڪي ڌرتي ۽ آسمان جن وچ ۾ شاندار پرن سان وچڙن ڦرن ٿا تہ اي ديوو! پنهنجي سون ورن سگهنڌ پرئي ديس مان اچو، مون کي بہ پاڻ سان نئين جيوت ڏي نيو. اڙي! مون کي بہ ڪو جادوءَ جو جُبو هجي جو پائڻ سان آءٌ ڏورانهن ڏيهن جو سير ڪري سگهان، تہ پوءِ جيڪر ڪٿن تہ آءٌ شهزادن جي شغل کي، شاهن جي دبدبي کي، تِڇ ڪري سمجهان."

فائوسٽ پاڻ سان هي ڳالهيون ڪندو گهر وريو. رات ٿي ويئي هئي، فائوسٽ جي منجهيل منُ کي هاڻي ڪو آرام ڪپندو هو. سو موٽڻ لڳو. ڪنهن وقت واٽ تي پريان ٻنين جي ساون ڪانن ۾ پانيائين تہ هڪ ڪارو ڪتو آهي. فائوسٽ کي خيال ٿيو تہ هي ڪارو ڪُتو آهي يا ڪا ٻي شيءِ آهي؟ ڪُتي نانگ وانگر پئي ڦيرا ڏنا. جيئن ٿي ڦيرا ڏنائين تيئن ڦيرڻ ڦيرڻ سان فائوسٽ کي ويجهو پوندو پئي ويو. فائوسٽ ائين پئي ڏٺو تہ هن ڪُتي جو جنهن هنڌ تي ٿي پير لڳو تنهن هنڌ تي ٿي باهہ جون چڻنگون نڪتيون. پ شڪل ۾ تہ ڪُتو هو. فائوسٽ دل تي هٿ رکي چوڻ لڳو: پانيان ٿو تہ هي ڪُتو جادوءَ جا سنها ڌاڳا منهنجي چوڌاري ويڙهيندو ٿو وڃي. اجهو پوئين ڦيرڻ سان اچي بيٺو آهي. پر نہ، شايد هي ڪُتو ويچارو ڪو غريب جانو

هجي، پلي مون سان گهر هلي. ڪتو اُهو جانور آهي جيڪو هِري وڃڻ بعد انسان جي دل چڪي ٿو وني، سياڻا ماڻهو بہ هن کي پيار ڪن. فائوسٽ سان گڏ ڪُتو هلندو آيو ۽ فائوسٽ اچي گهر پهتو. ڪتو بہ ساڻس لنگهي آيو ۽ اچي سندس ڪونيءَ ۾ وٽس ويٺو.

# ڪتو ۽ فائوسٽ

فائوسٽ ڪونيءَ ۾ اچي اندر وينو. ڪجھ مڙيوئي هن جي دل ۾ تار هو. چوڻ لڳو: ”جن بنين مان گهمي آياسون سي هاڻي اونهي رات ۾ جهپي ويون. هن ماٺ جي وقت ماڻهوءَ ۾ جيڪو چڱو جيوَ آهي، سو سجاڳ ٿو ٿئي. اَجهل سنڪلپ جون چاهنائون جهَڪيون ٿيون ٿين ۽ رَجي جو چَوُهو پراڻ سانت ۾ ٿو اچي. ڀڳتيءَ جو پاوَ اُٿي ٿو، ماڻهوءَ لاءِ پيار، ڌڻيءَ لاءِ پيار جاڳي ٿو.

(فائوسٽ ڳوڙهي ويچار ۾ هو، پر هو ڪتو جو اندر وني آيو هو سو پيو ٽپ ڏيي، ماٺ ئي نہ ڪري، فائوسٽ ڪُتڙي ڪي نَيرڻ لڳو: ماٺ ڪتِڙا ماٺ. سانت ڪري ويھ. چو، چؤڏاري چو پيو ڦيريون پائين؟ چو پيو در وٽ سُون سُون ڪري، ڇا آهي جو ڏسين ٿو؟ ڪتڙا ٻاهر تہ وٺئين پئي، ٽِپيءَ ڪُڏيءَ پئي، هينئر ڇا ٿيو اٿئي. سمهي پؤ، گديءَ تي سمهي پؤ. هيءَ گدي نرم آڪيري جيان آهي. آرام ڪر، آرام ڪر تون مهمان آهين، ڀلي آئين، هاڻي پنهنجي مسافرخاني ۾ آرام ڪر.)

هر روز سج لٿي بعد رات جي ماٺ ۾ پنهنجيءَ ننڍيءَ جهوپڙيءَ ۾ ويهجي ٿو ۽ اڪيلو ڏيئو پنهنجي دوستاڻي روشني ڏاري ٿو، تنهن مهل گمان ۽ پوَ جا ڪَڪر نڪريو وڃن، ۽ پوءِ صفائي ٿيو پوي. ... ... پر پوءِ جڏهن ڏينهن ٿو ٿئي، تہ وري ٿو جهڳڙو شروع ٿئي. عقل وري ٿو واڳون جهلي، چاهنا وري ٿي منهن ڪڍي ۽ ٻاهرئين گهمسان ۾ سنسار جي لهر تي چَلي، پوءِ افسوس! جيئن وَهندي وڃي، تيئن پنهنجي لڪل چشمي ڪان پري پوندي وڃي.

(ڪتو وري بہ ماٺ نہ ڪري. ڪتو ٻاڻ پؤنڪ پؤنڪ ڪرڻ لڳو. فائوسٽ جنهن جي مَنُ ۾ سانت هٿڻ ڪري، سڪ ئي سڪ پئي ڪجيو، تنهن

ڪي هن جانور جي ڀؤنڪ اُگري ٿي لڳي. چيائين، اي ڪتڙا! بند ڪر هيءَ ڀؤنڪ. منهنجي دل ۾ هن وقت سک ۽ پيار ڀنهي، ٻنا ڀچئي، پاڻيهي اچي واسو ڪيو آهي، تنهنجي ڀؤنڪ هينئر نہ ٿي نهي. دنيا جي ماڻهن جو سو اهو حال ٿيندو آهي، جو جڏهن ڪا ڳالهہ اعليٰ هوندي آهي، وڏيڪ سهڻي هوندي آهي، جيڪا سندن سمجهہ ۾ نہ ايندي آهي، تڏهن پيا ڇٽرون ڪندا آهن. اُهي بہ تڏهن هنن نيچ ڪتڙن جهڙا ڇٽبا؟ هي ڪتڙو بہ جيڪڏهن پاڻ نہ ٿو سمجهي سگهي تہ ونيو ڀؤنڪ ڪري!)

ڇا ڪريان! وريو وريو اهڙا خيال تا اچي وتن جو دل کي نِستو ڪيو ڇڏين، دل جو چشمو برف ٿيو وڃي. ڪيترا ڀيرا نہ مون اِهو آنيوَ ڪيو آهي! پر انهيءَ ۾ بہ ڀَلو آهي، چو تہ جڏهن هن انيو مان لنگهجي ٿو، تڏهن دل ڌرتيءَ جي وستن کي ڇڏي، ٻين اُتم وستن جو قدر ٿي ڪري ۽ ڏٺيءَ جوت جو آڌار ٿي وٺي. اهو آڌار ۽ اها جوت... اڙي هيءَ ڳالهہ سواءِ انجيل جي ٻئي ڪنهن ۾ نہ ڏٺل آهي. هن وقت منهنجي منُ ۾ اِڇا اُٿي ٿي تہ اهو وچن وري پڙهان ۽ انهيءَ پوتر شلوڪ جو ترجمو ڪري پنهنجي وطني ٻوليءَ ۾ آڻيان.

(ڪتاب کولي ٿو ۽ لکڻ شروع ٿو ڪري.)

لکيل آهي: ”آد ۾ هو شبد.“ اِتي ئي ٻيهي رهيس. اڳتي ڪيئن وڌان؟ ڪير ٿو مدد ڪري؟ رڳو شبد جي ايڏي هلندي! اڻ ٿيٺي آهي، بشرطيڪ آتما جي ڪيس رهبري هجي. تڏهن ڀلا هيئن لکان– ”آد ۾ هو منُ.“ اها پهرين سٽ ويچاري پڙهہ، متان قلم تڪڙو هلائيندي معنيٰ ئي اُلٽي ڪري وجهين. اهو مَنُ آهي ڇا جو سڀ ۾ ٿو ڪم ڪري ۽ انهيءَ ڪري ٿو سڀ اُتپن ٿئي؟ بهتر جيڪر هيئن ٿئي ”آد ۾ هئي شڪتي“ پر تڏهن بہ هن لکڻ وقت بہ ڪو مونکي مڙيوئي ڇتاوَ ٿو ڪري تہ اِتي ڪين ٻيهي رهبو. آتما ٿي مونکي سمجهائي، سڀ صفا پيو آهي؛ بنا دِپ جي آءٌ لکان ٿو، ”آد ۾ هئي ٻاجهہ.“

(فائوسٽ پنهنجي ايپاس کي اونهو لڳي ويو. ان وقت ڪتي وٺي ايڏي تہ رڙ ڪئي جو فائوسٽ جو ڌيان ٽُٽي پيو ۽ ڪتي کي چوڻ لڳو: بس ڪر، شوخ ڪتا، ايڏي رڙ! چپ ڪر ڪتا، نہ تہ مونکي سخت ٿيٺو پوندو، اهڙو گوڙ ڪرڻ آءٌ ڪين ڏيندس. جيڪڏهن تون ماٺ نہ ڪندين ۽ ڀؤنڪندو.

رهندين، ته اسان مان هڪڙي کي ڪوئي ضرور ڇڏڻي پوندي. بس هاڻي اهو فيصلو اٿئي: مزمان سان ههڙي هلت ڪرڻ وٺندڙ ڪم نه آهي، پر ههڙي پؤنڪار جيڪا بندئي تني ٿئي، سا ڪير به سهي ڪين سگهندو! پر ڇا! آءٌ هي ڇا ٿو ڏسان. هي ڇا آهي. ڪتي جي شڪل ڦري ويئي آهي، ديگهه ۽ ويڪر وڌي وئي اٿس، وڃي وڏو ٿيندو، لنبو ٿيندو. تڏهن هيءَ جو ٻاهران ڪتو ٿو ڏسڻ ۾ اچي، سو تڏهن ڪو ڀوت آهي. اکيون ڪهڙيون نه باهه وانگر اٿس، ڏند ڀيو ڪُرتي، جهڙو نه ڪو راڪاس هجي. هن دوزخ جي ڪتي کي آءٌ پاڻ وٽ وني آيو آهيان، اڙي هاڻي مون آخر توکي سڃاتو. تو جهڙن، اڌ شيطاني، دوزخين لاءِ، سليمان جي ڪُنجيءَ جهڙو ڪو ٻيو علاج.

فائوسٽ جڏهن اهو ارادو ڪيو ته هاڻي هن ڪتي روپي شيطان کي ٻاهر ڪڍبو، تڏهن هو حضرت سليمان جو منتر اُچارڻ لاءِ سنبريو، اُن وقت هڪدم فائوسٽ ائين ٻانيو ته در ڪان ٻاهر ڪي روح بيٺا آهن: ۽ چون ٿا: "هڪڙو ٻيو آهي قيد ۾، سمجهه رکو، سمجهه رکو، متان ڪو ٻيو پنيانس اندر وڃي. اسين سنتري ٿيا بيانا آهيون: اسين سڀ جاچيون ٿا. دوزخ جو حيوان، بنا خبر جي وڃي اندر ڦاتو آهي، جيئن لومڙ ڦاسي ڪوڙڪيءَ ۾: هو اندر آهي، اسين بينا ٻاهر آهيون. اچون ۽ وڃون پيا، هيڏانهن هوڏانهن، پنيان، اڳيان، ڏکڻ اُتر. پنهنجي ساٿيءَ کي واهر ڪريون ٿا. منتر اُچاريون ٿا، ٻنڌڻ ڇوڙيون ٿا، پيڙ هلڪي ڪريون ٿا. منتر ٻُڌي، ڪريا ڏسي، پاءُ اسان جو خوش ٿئي ٿو. اسان جي خاطر پنهنجي سلامتي کي جوکي ۾ وڌو آهيس، ۽ ڏک سَنو آهيس: اسين آهيون سندس قرضي، اسين بند ٿا خلاص ڪريونس.

فائوسٽ: هن کي جيتڻ لاءِ مون کي اهو منتر اُچارڻو آهي جو ٻڌڻ سان، ڇئني تَتن جي ڀوتن مان جو ٻُڌندو، سو ڊڄندو ۽ حڪم جي تعميل ڪندو.

سالمندر ٻاهه جا، سَڙ ڙي سَڙ

نِمف پاڻيءَ جا، ڦِرُ ڙي ڦِرُ

سِلف هوا جا، ترُڙي ترُ
نوم ڌرتيءَ جا، مرُڙي مرُ(1)
باهہ جا سالمنڊر، لال چيچيءَ ۾، وچ ڪپي، وچ ڪپي. آبي نمف، لڙ لهرن ۾، وچ وهي، وچ وهي.
بادي (2) سلف، پڇڙ تاري جيان، وچ تڪو، وچ تڪو،
نوم مٽيءَ جا، وهو ڏيگا تون، وهہ گهٽو وهہ گهٽو.
۽ بڌ تون، روح، جو هن جانورن جي ڇاتيءَ ۾ قيد آهين، حضرت سليمان سيني جنن جي راجا، جو توکي حڪم آهي، نڪري اَءُ.
جادو ۽ مُهر جو حڪم مڃ، حڪم مڃ.
ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي، تہ هن جانور کي جدا جدا قسمن جا جِن لڳل آهن: منتر جو اثر ئي مٿس نہ ٿو ٿئي، ليٽي پيو آهي، ۽ شوخيءَ منجهان پيو نهاري. اي پوت! ڳري جادوءَ سان ٿو زوريءَ باهر ڪيانءِ. جيڪڏهن تون شيطان جون ٻانهون آهين، ۽ ابليس جو پوئلڳ آهين، دوزخ مان ڀڄي آيو آهين، تہ آءُ توتي جادو ٿو هڻان، توکي حڪم ٿو ڪريان: قسم آهي توکي هن نشانيءَ جو، هن منتر جو، جنهن جي اڳيان، سارو اوندهہ جو لشڪر ڪنڌ نوائي ٿو. (ڏس تہ ڪيئن نہ هاڻي سُجندو ٿو وڃي، وار بہ کڙا ٿي پيا اٿس!) اي اڇوت! ڏس هيءَ نشاني، انساني ۽ نوراني. ڪنڌ نواءِ تون، قديم کي، جنهن کي جهان ڏنو، پر جهان ڏِڪاريو. پڙهي ٿو؟ ڏسي ٿو؟ ڏکُ ڏکُ، هن جو تالو بڌي ڏکُ! ساري آسمان ۾ هو موجود آهي. زمين تي هو بي شرمائيءَ سان ماريو ويو. (3)
هاڻ! جانور سچ پچ ڏکي ويو آهي. سِگريءَ جي پنيان وڃي پيو آهي. سهڪي پيو ڦٽڪي پيو، ڦوڪجي پيو آهي، وڏي وڏي هاٿيءَ جيڏو ٿي پيو

---

**(1) مر= پورهيو ڪري پيو ڪجَ. اهي چار ئي تَتن جا پوت ۽ ديوَ جن کي اگني (سالمنڊر)، پاڻي (نمف)، پون (سلف) بئسنتر، (نوم) ٿو چئجي، جن تي فائوسٽ ٿو چئي تہ اپياسي وس هلائي سگهن ٿا. مٿيون هڪ منتر آهي ساڌنا جو.**
**(2) بادي= هوا جو.**
**(3) ڪرسٽ: حضرت عيسيٰ عليه السلام طرف اشارو، جنهن کي جهان ڏِڪاريو ۽ صليب تي چاڙهيو.**

آهي، اجا ٿو وڃي پکڙندو، هاڻي ڪَڪرن ۾ غائب ٿي ويندو. اڙي سنپال ڪج، ڇت جو بچاءُ ڪج، سمهي پؤ سمهي پؤ، استاد جي قدمن ۾ سمهي پؤ. اجائي ڏمڪي نہ ياڻءِ اجا توکي وڏيڪ ايذاءُ سَهڻو آهي. اجا نٿو سمجهين؟ هاڻي ياد رک، جيڪڏهن نہ سمجهندين تہ لاچار مون کي وڏي ۾ وڏو منتر هلائڻو پوندو.

(انهيءَ گهڙي، ميفسٽو (ابليس) سِگريءَ جي پنيان، دونهي منجهان، پيدا ٿي، ٻاهر ٿو نڪري اچي. وڏي عالم جهڙا ڪپڙا پيا اٿس جڻ تہ ڪنهن مسافريءَ تي نڪتو آهي.)

ميفسٽو: هيڏي رڙ ڇو ڪٽي مچائي اٿيئي؟ ٻڌاءِ آءٌ پنهنجي غريباڻيءَ طاقت آهر تنهنجي ڪهڙي خدمت ڪريان؟

فائوسٽ: ڪتڙي جي اندر روح تڏهن هي هو! هينئر تہ پندت ٿي ٻاهر آيو آهي: ڇِهہ! عجب ڇٻبو، کلڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان.

ميفسٽو: سياڻا سائين، آءٌ تنهنجو نِماڻو نوڪر آهيان. مون کي جنسي پئي ڪاڙهيو اٿئي. مون کان چڱو وِير ورتو اٿئي، مون کي پگهاري پورو ڪيو اٿئي.

فائوسٽ: تنهنجو نالو؟

ميفسٽو: هي ڪهڙو هلڪڙائيءَ جو سوال آهي. اهو سوال تون پلي پڇين! تون تہ ٻاهرئين لفظ کي تِڇ سمجهندو آهين، ٻاهرّئين ڏيک کي ڇڏي اندرينءَ معنيٰ کي سمجهڻ گهرندو آهين.

فائوسٽ: تولاءِ لفظ ۽ معنيٰ ٻئي ساڳيا. تنهنجي نظر ۾ سڀ هڪجهڙا، مثلاً هڪڙي کي سڏجي ٿو: مکين جو ديوگ، هڪڙو لالچائيندڙ- هڪڙو ڪوڙو- هاڻي يار ٻُڌ، نالو ٻڌاءِ.

ميفسٽو: آءٌ اُن طاقت جو ڀاڱو آهيان، جيڪا اجا ياڻئي ٿي تہ برائي ڪريان، پر تڏهن بہ ڪري چڱائي ٿي.

فائوسٽ: اها ڪهڙي پرولي؟

ميفسٽو: آءٌ اهو روح آهيان، جيڪو سدائين مُنڪر آهي، انڪار ڪندڙ آهي. انهيءَ ۾ هو صحيح آهي، ڇو تہ جيڪي بہ ظاهر ٿئي ٿو، سو نابوديءَ

جو لائق آهي. مان هيءَ ڳالھ چڱي طرح ڏسان ٿو، تنهن ڪري هر چيز جا هستيءَ ۾ اچڻ جي ڪوشش ڪري ٿي، تنهن کي آءٌ نہ، چوان ٿو، نہ! منهنجو مول اُهو آهي، جنهن کي توهين، گناهہ ۽ نابودي ٿا سڏيو- هڪ لفظ ۾ بد.

فائوسٽ: تون پاڻ کي پاڱو ٿو سڏين، پر منهنجي اڳيان تہ سڄو بينو آهين.

ميفسٽو: انهيءَ ۾ آءٌ سچ ٿو ڳالهايان، نماٺو سچ ٿو ڳالهايان. پل 'انسان' (ويچارو پوڪ انسان) پيو موج مستيءَ منجھہ ڦوڪجي پاڻ کي 'سڄو' سمجهي، 'سڄو' آءٌ ڪين آهيان. آءٌ آهيان پاڱو، اُن پاڱي جو، جيڪو پاڱو اوائل ۾ 'ڪُل' هو. اُن اوندهہ جو پاڱو، جنهن پيدا ڪيو 'روشنيءَ' کي. مغرور روشني، جيڪا هاڻي پاڻئي تہ پنهنجي 'مادري رات' کي سندس درجي تان لاهي ڦِٿو ڪريان. هن سان جنگ جوٽي ٿي انهيءَ ڪاڻ نہ پاڻ پکيڙي، پر فتح مند ڪين ٿي ٿئي، ڇو تہ پلي ڪهڙو بہ ڪٽي پاڻ ڪتوڙي، تہ بہ روشني، قيدي غلام جيان، مادي جي بُتن کي چهٽي رهي ٿي. روشني ڊيري ٿي بتن منجهان، بتن کي روشن ڪري ٿي. بُت ٿو سندس پنڌ ۾ ڪيس آڏو اچي. انهيءَ مان اُميد رکجي ٿي تہ ڪنهن وقت جڏهن بت نابود ٿي ويندا، تنهن وقت روشني اصل وسامي ويندي.

فائوسٽ: واهہ، هي چڱو ڌنڌو. تُنهنجيءَ 'ڪين' ڪنهن کي بہ، ڪين، نہ ڪيو آهي. هاڻي جڏهن ڏسي ٿو تہ وڏي شيءِ هٿ ڪين آئي، تڏهن ننڍيءَ لاءِ ٿو هٿ وجهي.

ميفسٽو: پر انهيءَ دستور موجب تہ مون کي ڪجھہ بہ حاصل ڪين ٿو ٿئي. انهيءَ 'ڪين' جي آڏو 'ڪُجھہ' اچيو مٿو ڪڍي. هيءَ بي فضيلت ڌرتي مون کي سامهون ٿي پوي. هي گند جو ڳوڙهو، مغروريءَ ۾ ٿو منهنجي مخالفت ڪري، ۽ پنهنجي هستي جمائي. مون تہ اجايو پٺي ڪيس پيريو آهي. هرڪو جتن ڪيو اٿم. بوڏون، طوفان، گجگوڙون ۽ وچليون، سڀ ڪيو اٿم. پر ڏس تہ بہ آرام ۾ آهي. وار بہ وِنگو نہ ٿيو آهي. سمنڊ ۽ زمين ٻئي اڳي جهڙا ساڳيا بيٺا آهن. انسان ۽ حيوان جي پليت اولاد تي بہ نشان آءٌ ڪونہ ٿو ڇڏي سگهان، اصل ذرو بہ نہ. ڪئين انبوهہ مون زمين جي هيٺ

پوري چڙيا آهن، پر فائدو ڪهڙو، پاڻ نئون رت. اڳي ڪان اڳرا، نوّبنا. آءٌ هي واڌارو ڏسي چريو ٿيو پوان، پاڻي، هوا، زمين مان جيوت جا ٻج، سوڪ ۾ يا پوسل ۾، گرميءَ ۾ يا سرديءَ ۾ پيا ڦٽن. باهہ سا منهنجي آهي، اها سا مون رکي آهي- رڳو باهہ. نہ تہ جيڪر ڪابہ شيءِ خاص منهنجي ڪانہ هجي.

فائوسٽ: سو تون آهين؟ تون اِتي بيٺو آهين؟ تون سامهون پوندو آهين، تنهن حقيقي طاقت کي، جيڪو هلي ٿو، ۽ ناهي ٿو ۽ جيڪو پيدا ڪندڙ آهي؟ اجايو ٿو اُن جي آڏو پنهنجو شيطاني نوّنشو اولارين. اي اند ڌند جا عجيب غريب پُٽ، تنهنجي اها ڪار تہ ڪِل جهڙي آهي.

ميفسٽو: خير، اها ڳالهہ پوءِ ڪنداسين، پر هاڻي آءٌ موڪلايان ٿو.

فائوسٽ: تون آپي شاهہ آهي. منهنجي موڪل وهيٺو تہ تون آهين ڪونہ. مون ڪان ڇو ٿو پڇين؟ هاڻي جنهن دستور تو اندر اچڻ جو رستو ڳولي لڌو آهي. تنهن صورت ۾ آءٌ اُميد ٿو ڪريان: تہ تون پيو منهن ڏيکاريندين. هاڻي پلا موڪلايون ٿا! هيءَ اٿئي دري. هو اٿئي دروازو ۽ پريان اٿئي بخاري. ڇو، اکيون ڦاڙي ڇو بيٺو آهين، ڪهڙي خيال ۾ آهين؟

ميفسٽو: ڇٽل ڪين آهيان: واٽ ۾ اٽڪ اٿم، مون ڏني ڪانہ هئي، پر اها اٽڪ مون کي تنهنجي ڪوٺڙيءَ ۾ بند ڪيو ويني آهي.

فائوسٽ: پنج ڪُنڊي؟ ڇا، اها توکي پانءِ ڪينَ پوي ڇا؟ پر دوزخ جا پُٽ، جيڪڏهن ائين سچ پچ آهي، تہ ٻڌاءِ تون اندر ڪيئن آئين؟ مون کي ٻڌاءِ تہ اڳي ڇو نہ توتي اثر ٿي سگهيو؟

ميفسٽو: لِيڪون جهڙيون پوّريون هئڻ کپنديون هيون، تهڙين ڪين هيون، ٻاهرين ڪنداڻ پوري آهيس. ڪتو اندر ٽپي آيو. نيڏي مهل ڪل ئي ڪانہ پيس، هاڻي شيطان کي پروڙ پيئي آهي. نہ هيءَ شيءِ هن گهر ۾ آهي. هاڻي ڇا ڪري، ٻاهر نڪري نٿو سگهي.

فائوسٽ: پلا دريءَ مان ڇو نہ؟

ميفسٽو: ڇو؟ ڇاڪاڻ تہ اسان شيطانن ۽ شرن جي قانون ۾ آهي- جنهن پٽاندر اسين ٻڌل آهيون- تہ "جنهن نقطي کان اندر گهڙون، تنهن نقطي کان اسين ٻاهر نڪرون." اهڙيءَ ريت پهرئين ارادي وقت اسين سدا آزاد

آهيون، پر هڪ پيرو ارادو هلائي ويناسون، تہ اهو حق پوءِ وڃايوسين. اسين جيڪي چئل هئاسين، هاڻ چئل ڪين آهيون.

فائوسٽ: تڏهن دوزخ کي بہ پنهنجا قانون آهن! جي ائين آهي، تہ هاڻ آءٌ دوزخ کي آئنده بهتر سمجهندس. جيڪڏهن اهي قانون بڌل تا رکن، ۽ مڃجن ٿا، تہ پوءِ توسان بہ شرط نامون لاڳو ڪري سگهبو.

ميفسٽو: ڪٿي بہ اسان کان بهتر انجام جي پوئواري ڪين ٿيندي هوندي، شرطنامي جو اکر اکر اسين مڃڻ وارا آهيون. رڳو ايترو آهي، قانون جي هڙن نقطن، وقت ۽ ويچار لهڻو. ٿڪو آهين، ۽ آءٌ بہ ٿڪڙو آهيان، وري جڏهن گڏباسين، تڏهن فرصت جي وقت اهي شرط ويچاريندا سين، پر هاڻي آءٌ موڪلايان ٿو.

فائوسٽ: هڪ پَلُ. اهڙيون چڱيون وڻندڙ خبرون جنهن پهچايون آهن، تنهن کان مونکي وڌيڪ پڇڻو آهي.

ميفسٽو: ڇڏ تہ آءٌ وڃان، آءٌ وري موٽي ايندس، پوءِ اوهين کهڙو بہ سوال پڇجو.

فائوسٽ: هلا لومڙ، اڇجانءِ، اڇي مون کي پڪڙجانءِ. مون تہ ڪا جاري ڪانہ پکيڙي هئي، مون تہ ڪو منڊُ ڪونہ مَنڊيو هو، تون جي اندر لنگهي آئين، تہ اهو تنهنجو ڪم ۽ منهنجو چڱو نصيب هو؛ پر اهڙو نصيبُ جتاءَ وارو نہ آهي، شيطان کي پڪڙي رکجي سوگهو. اهڙي شيءِ هٿان ڪيئن ڇڏجي؟ هڪ وجهہ ويو تہ ٻيو وجهہ ڪير ڏيندو؟

ميفسٽو: جي اوهين زور تا رکو، تہ آءٌ ترسان ٿو؛ وقت گهارڻ لاءِ آءٌ ٿو ويهي توهان کي وندرايان، مون وٽ بہ گهٽي ئي هنر آهن.

فائوسٽ: چڱو ڀلا، تون هنر ڏيکارڻ وارو، آءٌ ٻڌڻ وارو.

ميفسٽو: هڪڙي ڪلاڪ جي اندر، تنهنجي هڪڙي هڪڙي حواس ۾ اهڙي آنند جي وهڪ وهندي، جيڪا سڄي سال ۾ تو ڪين ڏٺي هوندي، ڏس تہ روح ڪهڙا راڳ تا توکي ٻڌائين، ڪهڙيون صورتون تا تو اڳيان آڻين. نہ ڀائنج تہ ڪي خالي نماءَ آهن، جيڪي ڪنهن جادوگر پيدا ڪيا آهن! سُندر مورتون، وڻندڙ راڳ، ريجهائين تا رڳو اکيون ۽ ڪَنُ، پر مٺي سڳنڌ توکي

سَرهو ڪندي. ڏس ته ڪهڙا نه عمدا چشڪا ٿا تنهنجي جيءَ کي فرحتون ڏين. دل خوب خوش، مؤج مستيءَ ۾، اندريون سڀ پوڳ آنند ۾. شروع ڪريو، اي روح! شروع ڪريو راڳ ڪي.

روحن راڳ شروع ڪيو. فائوسٽ جي اکين اڳيان، عجيب ديدار کُلڻ لڳا. فائوسٽ جي ڪنن ۾ مڌرُ سُر پوڻ لڳا. مِنيون لوليون هيون. ڪارن ڪڪرن جون ڪمانون، اوهين سڀ گم ٿي وڃو، ته نيلو آسمان، وري پنهنجي سوڀيا ۾ مهربان دوست وانگر نهاري. شال هي ڪارا ڪڪر پرزا پرزا ٿي وڃن، ته ننڍڙن ٽمڪ ٽمڪ ڪندڙ تارن سان آسمان سمورو ڇائنجي وڃي. نِکت وڏيڪ نرمائيءَ سان ۽ سانت سان جلوو ڪندا رهن. آسمان جا ٻار، نوراني حسن ۾ هيٺ لهن ۽ نئوڙي نهارين. پريم پريون دليون، تڏا ساهه کڻي سندن آجيان ڪن. ٻنين ۽ باغن ۾، ندين جي پر ۾، گلن جي منهن ۾، رنگين وڻن ۾، مِنين هيرن ۾، عشق جي خوابن ۾، خوش رهن. گل ڦل باغ بهار! ڊِڳ ڊاڪن جا، دنگ دارن جا! پريون پريزادا، ندين جي مؤج وني، خوشين جا ڀاڻي پيي، اُڏامندا وڃن ٿا. اڳتي اڃا اڳتي، جتي سورج آهي. جتي چمڪندڙ ٻيٽن تي گجندڙ سمنڊ جون لهرون لڳن ٿيون. اُتي ڪئين ته پريون پريزادا، خوب ڳائين ٿا، سائي ميدان تي ناچ نچن ٿا، ڀاڻيءَ تي يا زمين تي، ڪي ڪٿي ڪي ڪٿي. ڪي ڏوراهين ٽڪرين تي چمڪات ڪن ٿا؛ ڪي روشن ڍنڍن تي ترندا رهن ٿا. ڪي وچ هوا ۾ ڦيربون پائين ٿا. خوب خوشي، مؤج مستي، آنند هستي. تارا آسمان ۾، عشق دلين ۾.

ميفسٽو: هاڻي ننڊ اچي ويئي اٿس. شاباس اتوَ منهنجا ننڍڙا روحو، شاباس، گيت ڳائڻ سان، حواس گُم.

سو هن پانيو ٿي شيطان کي پڪڙي سوگهو رکي ڇڏيندس! سمهيو رهه، سمهيو رهه. روحو طلسم ۾ ويڙهيندا اچوس. ننڊ ۾ خواب ڏيندا اچوس. چوڌاري ڦرندا رهوس. پلي پيو پانئي ته آءٌ سندس پنج ڪُنڊيءَ ۾ قيد آهيان! ڏندُ ڪوئي جو، ... ڪائي ڇڏي ٿو... ڪُتريندو ڪَپيندو، آهستي آهستي، ڏيري ڏيري، نشان نه رهي. اجهو ڪوئو پٽ تي، منهنجو سڏ ضرور ٻڌي.

ڪوئن جو، مَکين ڏيڏرن جو، مڇرن ۽ چمڙن جو، خاوند حڪم ٿو

ڪري: آءُ هليو! هي ٻنيو ڪُتري چڙ. سُرهو تيل هتي ڇتڪاريو اٿس.
ڪوئي جو ڏند لڳي ويچي، جيسين سپ گُم ٿي وڃي. ڪوئي سائينءَ سڏ
و آهي، ڏس ڪيئن ڪم ڪي لڳي ويو آهي. شاباش، پنج ڪُنڊي چڻ
ڪُتري! او هوءَ ڪُنڊ بہ ڪپائي چڙ. لِيڪون بہ ڪُتري چڙ. باقي در جي
جهو ڪُنڊ رهي، اها بہ هڪ چَڪ سان پوري ڪر. بس هاڻي قيدي بہ ڇُٽو،
ج ڪُنڊي بہ ڇُٽي.

فائوسٽ سُتو رهہ، سُتو رهہ، خواب پيو خوب لهہ. وري ٿا گڏجون.

فائوسٽ جاڳي ٿو. ڇا! تڏهن هي بہ طلسم هو! تڏهن هي رنگ روپ،
ي ڪوڙا خواب هئا. تڏهن شيطان هو ئي ڪونہ، پائنجي ٿو تہ رڳو ڪُتڙو
، جو ڀڄي ويو!

# شيطان ۽ انسان

فائوسٽ پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو آهي. ڪڙڪو ٿئي ٿو.

فائوسٽ: ڪڙڪو! اندر آءُ. ڪير ٿو مون کي هاڻي آزارڻ اچي؟

ميفسٽو: آءٌ آهيان.

فائوسٽ: اندر آءُ.

ميفسٽو: ٽي دفعا حڪم ڪر ته پوءِ اچان.

فائوسٽ: اچ ٿڏهن.

ميفسٽو: هاڻي بس. هاڻي آءٌ راضي آهيان. اسين پڪي جلد ئي گ دوست ٿي وينداسين.

(ميفسٽو اندر ٿو اچي.)

هاڻي آءٌ تنهنجي منُ مان، ڏک جا سڀ دونهان ڪڍڻ آيو آهيان. هينئ جوان امير جي ويس ۾ آيو آهيان. منهنجي سونهري پوشاڪ ڏس، ڪ پٽي جهلڪا ڏئي. ڏس منهنجو ريشمي چوغو ۽ منهنجي ڊگهي لٽڪندڙ تر ڏس منهنجي ٽوپلي تي، ڪُڪڙ جو مغرور ڪنب. آءٌ بيشڪ عمدو ج آهيان. هاڻي منهنجا دوست، بنا ڪنهن دير جي. تون به اُٿي تياري ڪر، ه جهڙي پوشاڪ پاءِ، چڙ ڳٽيون، هلڪو ٿي. هل ته هلي حياتيءَ جا مزا ماڻيو

فائوسٽ: آءٌ ڇا جي پوشاڪ پايان. پوشاڪ ڪهڙي به هوندي، ته ه لاءِ ساڳيو آزار، ساڳيو قيد. منهنجي عمر ايڏي آهي جو مون لاءِ تو وار نڌتون آهن ئي ڪين. پر ايڏي نه آهي، جو ڪامنا جو ڏنگ اصل مري ويو آ هيءَ دنيا. مونکي ڇا ڏيندي؟ منهنجي ڪن ۾ هڪڙو ئي سُر پيو ٻري، " روڪ، پاڻ روڪ." ڪلاڪ ڪلاڪ ۾ اهو گهنڊ پيو وڄي. روز صبوح اُٿڻ سان منُ تي ڪنهن اينڌڙ هيبت جو خوف ويٺو ٿي آهي. جاڳڻ سه منهنجي آزاريل دل. اهڙو ڏک ۾ پرجيو اچي، جو جيڪر ڳوڙها ڳڙي پ

ري نئون ڏينهن شروع، پر منهنجي هڪڙي به آس پوري ڪانه ٿئي. هڪ به
! نئڊيون نئڊيون ڳڻتيون، ولر ڪيو اچن، سڀ خوشي مٽيءَ ۾ ملايو
ڏين؛ تان جو خوشيءَ جي اُميد ٿي دل مان نڪريو وڃي. پوءِ هيءَ حياتي
ڪوڙو کيل پيئي پائنجي، ۽ دُکئي انسان جا منُ گهڙت آڏاٽا ڊاهيو ڇڏي؛ وري
ڏهن رات اچي، تڏهن بوجن پريل ڇاتيءَ سان بستري تي پئجيو رهان؛ جتي
ام نه مون لاءِ آهي ٿي ڪونه، پر خوفناڪ، شوخ خواب اچيو ڏيڇارين.
نهنجو اندريون جيوَ، جنهن جو مندرُ آهي منهنجي دل، جنهن جيوَ جو مٿس
ڪم ٿو هلي، سو هن اندر کي تري تائين ولوڙيو ڇڏي؛ پر ٻاهر تي سندس
ڪوبه اثر نه ٿو هلي سگهي، تنهنڪري جيوت بوجو ٿي پيئي آهي. انهيءَ
ان موت چڱو، حياتي زهر آهي.

ميفسٽو: ها، پر تڏهن به موت مزمان، جڏهن اچي ٿو، تڏهن اُن جي آجيان
ڪانه ٿي ٿئي.

فائوسٽ: اڙي، اهو خوش نصيب انسان چئبو، جنهن کي فتحْ جي
فت، موت ٿو رت رڱيل ڇٽ پهرائي؛ خوش نصيب اُهو انسان آهي، جنهن
شق جي مستي ماٺي آهي، پوءِ پل موت کيس اچي محبوب جي ڀاڪرُ مان ڪڍي.
منهنجو به جيڪڏهن اهڙو نصيب ٿئي، جو منهنجو وجود موّج جي بي
ٻريءَ ۾، داخل ٿئي؛ پوءِ ملڪ الموت جي حضوريءَ ۾ پل ڳري وڃي،
واسن ڪان پري، منُ ڪان پري، سدائين لاءِ سمائجي وڃي.

ميفسٽو: ها، پر تنهن رات هڪڙو شخص ڏنم، هٿ ۾ شيشي ڪنيائين،
جهس ڪاري پاڻياني شيءِ هئي، مڙس دهلجي ويو، ڪين پيتائين.

فائوسٽ: ڇا، تون به تڏهن جاسوسي ڪندو آهين. ليٽا پائيندو آهين؟
ن نه؟

ميفسٽو: سرو (مذ) ڄاڻو آءٌ ڪين آهيان، پر گهڻين ڳالهين جو ڄاڻو آهيان.

فائوسٽ: اُن وقت ايسٽر جي راڳ مونکي موهي وڌو. منهنجي دل ۾
يون سُر آلاپڻ لڳو. منهنجي من ۾ پُراڻي روش اثر ڏيکارڻ لڳي، منهنجي
در ۾ اڳين ٻالڪ پڻيءَ جي خوشي آئي. پر هاڻي اٿين ٿو پانيان، ته اهو به
للسم هو! اسين آهيون ڇا؟ رڳو حواسي مايا! پِٽَ پوي انهيءَ مايا تي، جا

گمراهه ٿي ڪري، دل تي ڇاريون ٿي مڙهي، غلاميءَ جي زنجيرن سا
جڪڙي جادوءَ جو طلسم ٿي پيدا ڪري، جنهن ڪري موڙهل جيوَ ڦاسي
وڃي ۽ مايا جا ڪَکرُ ويڙهيو وجنس.

پهرين پهرين پِٽَ پوي خيالن تي، جي ماڻهو تو گرهڻ ڪري؛ ۽ پِٽَ پو
هنن جي مايا وارن پاڇن تي، جي رڳو شين جا طلسمي روپ آهن، جيڪ
حواسن کي مُنجهائي، پانهو ڪيو ڇڏين.

پِٽَ پوي هنن پاڪندي سپنن تي، جيڪي ناءُ ناموس جا نشا ٽا چاڙهين
پِٽَ پوي سيني تي، جن کي اسين پاڻ کي خوش ڪرڻ لاءِ پنهنجو ٽا سڏيون
زال، ٻار، نوڪر ۽ هَرُ؛ پِٽَ پوي فلوس تي، جيڪو موهيندڙ سون سان ٿ
ماڻهن کان بي رحميءَ جا ڪم ڪرائي، يا عيش جي پلنگ کي ٿو ناهي لس
ڪري. پِٽَ پوي مني ڊاک جي دل نارينڌڙ رس، ۽ عشق جي خوشين ۽ انسا
جي لذتن تي. پِٽَ پوي سڀ ڪنهن اُميد تي، ۽ اعتقاد تي؛ ۽ پِٽَ پوي، سه
کان وڌيڪ انسان جي محتا واري سُپاوَ تي، جيڪو موڳو ٿي پيو سهي.

ميفسٽو: ڇڏ فائوسٽ هن خيال کي، وِماسين ڇو وينو، ترڪ ڪر ه
مايوسيءَ کي، جيڪا تنهنجي حياتيءَ تي ڳجهه وانگر ٿي وِهي، اُٿي تو
سنگت ڪر. خبر پونديئي ته تون به ماڻهن ۾ هڪڙو ماڻهو آهين، تنهنج
معنيٰ اها نه آهي ته تون به ڪو عام خلق مان آهين، آءُ پڻ ڪو اعليٰ خلق ما
ڪين آهيان؛ پر تون جي مون سان گڏجي حياتيءَ جو دؤرو ڏسڻ هلندين ته
تولاءِ ڏسڻ جون سهوليتون ميسر ڪندس. آءُ هن پل کان وٺي تنهنجو همرا
آهيان، جي آءُ توکي پسند پوان ته آءُ تنهنجو نوڪر آهيان، پر جي تون چوين
آءُ تنهنجو پانهو آهيان.

فائوسٽ: پوءِ پلا انهيءَ جي بدلي مون کي ڇا ڏيڻو پوندو؟

ميفسٽو: انهيءَ کي ڏسي ونبو، تڪڙ ڪانه پيئي آهي.

فائوسٽ: نه نه! شيطان آهي خود مطلبي- بلڪل خود مطلبي
شيطان، ڏٺيءَ ارٿ؛ يا نيڪ سپاوَ ڪري ڪجهه به ڪندڙ ڪين آهي: ٻڌ
تنهنجا شرط ڪهڙا آهن ۽ صفا ڳالهاءِ. تو جهڙي سان هٿ ملائڻ ۾ پلائ
ڪانه آهي.

ميفسٽو: آءٌ پاڻ کي ٻڌل ٿو رکان، تہ هتي آءٌ تنهنجو خادم آهيان. تنهنجي خدمت ڪندي آرام مون کي حرام آهي. تنهنجي حڪم جو ٻندو آهيان. تنهنجي ڏُک ڏور ۾ آءٌ هڪيو حاضر رهندس، پر جڏهن اسين ٻئي جهان ۾ هُتي گڏباسين تہ ساڳي ريت تون منهنجو خادم ٿيندين.

فائوسٽ: اهو جهان مون کي ڪين ٿو مُنجهائي، جڏهن تو پهرينءَ دنيا کي پيچي اُٿو اُٿو ڪري ڇڏيو، پوءِ ٻيا جهان هجن يا نہ هجن، مون ڪي اُنهن جي رتي پرواهہ ڪين آهي. سڀ جيڪي خوشيون ماڻي سگهجن ٿيون سي هن جهان مان ٿيون حاصل ٿين، ۽ ڏکن تي پڻ هيءُ سجُ تو چمڪي! هتي ڪان پوءِ چا ٿئي، تنهن بابت مون کي ڪجهہ بہ ٻڌڻو ڪين آهي. آءٌ انهيءَ ڄاڻ جي ڳولا ۾ ڪين آهيان، تہ انسان آئنده جي جيوت ۾ ڌڪار ٿو رکي، يا پيار ٿو ڪري، يا انهن لوڪن ۾ هتي جهڙا ڏک ۽ سک، نيچپائي يا اوچپائي آهن.

ميفسٽو: جي اهي تنهنجا ويچار آهن، تہ تون تيار ٿيءُ. بس هاڻي رڳو شرط نامو بحال ڪريون، پوءِ بندو تيار آهي. مون وٽ رنگ بہ عجيب آهن، ۽ تنهنجي کيل جا جادو توکي جهجها ڏيکاريندس. حيرت ۽ مؤج جا نماءَ آءٌ تنهنجي اڳيان کولي ڇڏيندس. تون اُهي رنگ ڏسندين، جي انسان ڪڏهن ڳي ڪونہ ڏٺا.

فائوسٽ: تون! تون وٽ آهي ڇا، غريب ابليس؟ تو جهڙن کي ڇا علوم تہ انسان ڇا جي ڳولا ۾ آهي، ڇا لاءِ ٿو پاڻ پتوڙي، تہ هن جون ميدون، آسون بي انت آهن؟ تہ بہ شيطان تو وٽ اُهو ڪي موجود آهي جو نون اسان کي گمراهہ ڪري، هٿ ڪيو وجهين! تو وٽ اُهي چشڪا آهن، ن مان حاصلات ڪي ڪين آهي. تنهنجو ڳاڙهو سون، پاري وانگر ترڪٽي ميءِ آهي. هي راند نالي جي آهي، جنهن ۾ کٽڻو تہ آهي ئي ڪين. ڪامڻيءَ نهن جون ٻانهون منهنجي ڇاتيءَ کي ياڪر منجهہ ٿيون جهلين. تنهن ون اکيون اُن وقت ئي ٻئي کي پيون ڪنيين. ڀلا شان تو وٽ ڪهڙو آهي؟ ن ڪهڙو مون کي درجو وني ڏيندين؟ طمع جي آسمان ۾ ڪن پل جا پڇڙ را؟ ها! ڀلا ڏيکار پنهنجا ميوا، جي هٿ لائڻ جهڙا ٿين ئي ڪين، تنهن ڪان ۾ رجهي وڃن! ڏيکار پنهنجا وڻ جي روز ٿا مکڙيون ڪڍن، روز ٿا ٻُور جهلين!

ميفسٽو: گهُر جيڪي گهرڻو هجيئي، جو خيال ۾ اچيئي، مون لاءِ ڪي بہ ڏکيو ڪين آهي. ڊاڪٽر صاحب جي دل جي خبر پئجي ويندي. آرام گاهہ ۽ وندر وِلاس، ۽ پڻ موڄ جون محفلون، منهنجو توکي انجام آهي، فرحت ڇا آهي، سا توکي پروڙ ضرور پوندي.

فائوسٽ: فرحت ۽ آرام! نہ، نہ! اهي مون لاءِ آهن ئي ڪين، آءٌ انهن جي طلب ڪين ٿو ڪريان، انهيءَ جي ڳولا ۾ آءٌ ڪين آهيان. آءٌ جي سستيءَ جي هنڌ تي ڪٽي ليٽان تہ شال منهنجو پساهہ بہ پويون ٿئي. تون پائنين ٿو تہ تنهنجي ڪوڙ بدوڙ ۽ خوشامد ڪرڻ واري تنهنجي موهہ سان مون کي آٿت اچي ويندو. تڏهن حياتيءَ جو پويون ڏينهن پل اچي. مون کي شرط قبول آهي.

ميفسٽو: قبول.

فائوسٽ: آءٌ بہ چوان ٿو قبول، سودو بحال.

ميفسٽو: غور ڪر. اسين وسارڻ وارا ڪين آهيون.

فائوسٽ: ياد ڪرين يا وسارين، سا تنهنجي مرضي. مون اِرادو ڪيو، ۽ نہ تڪڙ ڀڪڙ ۾: هتي جيسين آءٌ آهيان، تيسين ضرور مون کي ٻانهو ئي ٿي رهڻو آهي. پوءِ، ڇا جي تنهنجو، يا ٻئي ڪنهن جو.

ميفسٽو: تڏهن اڄ ئي آءٌ ڊاڪٽر صاحب جن جي دعوت مهل، اوهان جو نماڻو دوست ۽ خادم ٿي اچي بيهندس. هاڻي رڳي هڪڙي ڳالهہ. جنهن صورت ۾ حياتي يا موت تي پروسو ڪونہ آهي، تنهن صورت منجهہ آءٌ جيڪر پانيان، تہ هڪ بہ سِٽون لکت جون هجن.

فائوسٽ: سو توکي بہ لکت کپي، مڪربل! تون انسان کي ۽ انسان جي سياءَ کي ڄاڻين نٿو؟ اهو ڪافي نہ آهي تہ مون توکي پنهنجي زبان ڏني؛ منهنجي حياتي، مون وٽ جيڪي آهي، ۽ جيڪي مان آهيان، سي ڇا آهن؛ منهنجي زبان جو فقط پڙاڏو آهن، اِرادي جو انجام آهن. جي زبان ڪجهہ بہ نہ آهي، تہ تڏهن لکت وري ڇا آهي؟ ڇا هي جهان جو دؤرو، فقط طوفاني چربائيءَ جو بحر آهي؟ ڇا هي هزارين درياهہ، دائمي ڇتاپينيءَ ۾ رڳو ديوانو وانگر پيا بيهودو لُڙڪن؟ هي سڀ چڪر ۾ هلن ڪين پيا؟ هلندا ڪين پيا؟ ڇ تون پائنين ٿو، تہ هن سنسار جي سدا وهندڙ وهڪ ۾، رڳو آءٌ ئي هڪ هنڌ

تنهنجي انجام جو ٻانهو ء قيدي ٿي، پُٺ تي جهلجي ٻيهندس؟

عجب آهي تہ هرڪو هن وهم ۾ وڪوڙيل آهي. جو پاڻئي تہ انهيءَ ڪان آجو ٿيان. تنهن کي سمجهڻ کپي تہ دل جو تت آهي، سچائي ۽ ايمانداري. جنهن وقت اُهي ٿيون سڏ ڪن، تنهن وقت ڪا بہ قرباني ڳري ڪين آهي.

سڀاڳو آهي اُهو انسان، سچ جنهن جو سدائين ساٿي آهي، جو ٻاهرين بندشن کان ڇُٽل آهي، بي داغ آهي؛ جنهن جي اندر ۾ سچ جي جوت ٿي وسي ۽ هن جي قدمن کي رستو ٻڌائي ٿي، ٻئي ڪنهن رهبر جي همراهيءَ يا گمراهيءَ جي هن کي لوڙ نہ آهي، هو ووپڪ جا واپاري ڪين ٿو پڇي، پر پنهنجي اندر جو طالب آهي. هن کي ڪيترو بہ ڏک سهڻو پوي، سا ڪيس پرواهہ نہ آهي. اسٽامپ لڳل قبض، يا دستوري دستاويز، مهر لڳل ۽ صحيح ٿيل؛ اهي سڀ اڻ وڻندڙ ۽ دل کي ڏک ڏيندڙ رستا آهن. وچن ئي بس آهي. ها پر وڌيڪ دليل جي ضرورت ڪهڙي؟ وچن ڪان مٿي لکت آهي ڇا؟ شيطان، توکي ڇا کپي؟ پتل؟ سنگ مرمر؟ ڪا ڳري چيٽي کپئي، ڪو پنو ۽ مسُ کپئي. ڇڙ ڇا کپئي؟ جي سڀ کين ٿي تہ سڀ ڏيان..

ميفسٽو: هي جوش ڇا جو؟ اجائي فصاحت ڇڏ. مون لاءِ تہ ڪاڳر ٽڪري بس آهي، رڳو ڪٿي صحيح ڪٽ– خون جي هڪڙي ڦڙي سان.

فائوسٽ: اجائي پوڪپائي– پر جي تون انهيءَ ۾ راضي آهين– تہ....

ميفسٽو: خون ضرور هجي، خون کي پنهنجون وصفون آهن.

فائوسٽ: ڊپ نہ ڪر تہ آءٌ ڪو هي شرط نامو ٽوڙيندس؛ منهنجي سموري خواهش آهي تہ پنهنجو انجام پاڙيان. مون هن وقت تائين پاڻ کي وڏو ماڻهو پٽي سمجهيو آهي، پر منهنجو درجو ڪو توڪان مٿي ڪونہ آهي؛ ڏٺيءَ جي مون تي ڌڪار آهي، هن مون کي لاهي هيٺ ڪيو آهي؛ جڳت مون ڪان سيل مُهر ٿي لکي پيئي آهي؛ منهنجي خيال جي ڄاري ٽٽي ڏاڳا ڏاڳا ٿي پيئي آهي. علم جو نالو ٻڌي، مون کي ٻجان ۽ ڪراهت ٿي اچي. هاڻي منهنجي خواهش آهي تہ آءٌ پوڳن کي لڳي وڃان. جلائيندڙ ڪامنائون پوريون ڪريان، جادوءَ جو جُبو پايان، حواسن کي ڪرامتن جي موڄ ونايان! اچ تہ هلي پاڻ کي زماني جي لهر ۾ اُڇلائي ڦٿو ڪريون. پلي جهان جي جهڳڙندڙ

لهرن ۾ ڏک ۽ سُک، ڪراهت ۽ فرحت، پيا اچن ۽ وڃن. رَجو انسان لاءِ هميشه چڱو آهي.

ميفسٽو: توکي ڪابہ جهل ڪانہ آهي، پلي مؤج ڪر، هرڪا منائي چَکُ، هرڪا چُڪي چاڙهہ، دم دم ۾ نواڻ- پل پل جي صورت ماڻ، گل گل جي سڳند وٺ؛ آءٌ هليو، آءٌ آءٌ، نئين جواني پاءِ، لڄ ٻڄ هاڻ لاهي ڇڏ.

فائوسٽ: ٻُڌ هن پَل کان وٺي، مون پنهنجو پاڻ، جيءُ جان ۽ هستي، سڀ عيش ۽ مستيءَ کي ڏنو. نشو نهايت جو، خوشي بيحد جي، اهڙي جيئن اُتاهين جبل جي چوٽيءَ تي بيهي هيٺ اوڙاهہ ۾ نهارڻ سان مٿو چڪر کائي وڃي. اڄ کان وٺي، آءٌ پاڻ ارپڻ ٿو ڪريان، طوفاني شهوت کي، آزاريندڙ اُلفت کي، زور پريءَ نفرت کي؛ جو سَڀُ جوش ٿو ڏياري، تنهن کي. دل، دماغ جي جاکوڙ کان آجي ٿي، دق ڪندڙ بخار کان ڇُٽي، ڪنهن بہ درد جي آڏو پنهنجو در بند ڪين ڪندي. جو ڪجهہ انسان ذات جي انگ ۾ سمايل آهي، سو سڀ آءٌ پنهنجي اندر ۾ پوڳيندس. پنهنجي جيءَ سان سڀ ويچار، اوچا توڙي اونها گرهڻ ڪندس. پنهنجي دل تي سڀ انساني خوشيون ۽ آزار آءٌ مڙهيندس. آءٌ پاڻ کي ايڏو تہ پکيڙيندس جو انسان ذات منهنجي وجود جو ڀاڱو ٿي وڃي، ۽ آءٌ اصل فنا ٿي وڃان.

ميفسٽو: هڪ انسان جي اندر ۾ ايڏو جوش! اعتبار ڪر، مون بہ ڪيئي هزار ورهہ، پٿي هي سخت داڻا چبيا آهن، آءٌ تجربي ڪار سڄڻ ٿي ٿو چوانءِ، ڪنهن بہ انسان هندوري کان ويندي قبر تائين، سخت ڪچو اٽو هضم ڪين ڪيو. سچو، انسان جي طاقت کان ٻاهر آهي. ڪل رڳو ملائڪ لاءِ آهي، جو دائمي روشنيءَ ۾ ٿو رهي! اسان کي هُن اوندهہ ۾ هنيو آهي. اوهان انسانن لاءِ ڏينهن ۽ رات نہ آهن.

فائوسٽ: تڏهن بہ آءٌ پنهنجيءَ تي آهيان.

ميفسٽو: واهہ جو ڳالهايئي! رڳو هڪڙي ڪَمي تي مون کي ڏسڻ ۾ اچي- ڪم پيو آهي وڏو، سمو آهي ٿورو؛ ڪجهہ وڌيڪ سبق سک ۽ پوءِ ارادو ڪر؛ ڪنهن شاعر جي واهر وٺ، جيڪو خيال جي ميدان ۾ ڏوري ڏوري، تنهنجي مَن ۾ سڀ خاصيتون گهڙيندو وڃي. شينهن جو شان، هرڻ

جي تيزي، اٽالين (ڏکڻ وارن) جو گرم رت، اُتر وارن جي مضبوطي؛ هڪ ئي جسم ۾، ٿڌي ۽ ايمان؛ ڪامڻيءَ جي عشق سان، دل سموري گرما گرم؛ ساڳئي وقت دليل جي صفائي سان، دماغ سمورو ٿڌو سرد. اهڙيءَ ريت سڀ ضد هڪ ٻئي سان ملي وڃن. اهڙو حضرت جزو آءُ ڳانيان ٿو ته مون کي ٻئي ڪنهن هنڌ به مليو هو.

فائوسٽ: آءُ تڏهن ڇا آهيان؟ جيڪڏهن هي اُميدون ۽ هي حواس سڀ اجايا آهن، ته پوءِ تڏهن انسان ذات جو ڇَٽُ، جنهن اُتانهينءَ تي رکيل آهي، اُتان ڪيئن حاصل ٿيندو.

ميفسٽو: تون جو ئي آهين، سو ئي آهين، نه نه، ڪڏهن به شڪ نه آڻ، ڀل ڪٽي تون ڪيترين به ڪوڙين گهُنڊيدار ٽوپيون مٿي تي پائين، يا گوڏن جيڏن ڊگهن جورابن ۾ پير پائي گهمين، ته به تون جو ئي آهين سو ئي آهين.

فائوسٽ: افسوس افسوس، ساري جهان جو علم مون ڪَٺو ڪيو، طمع جي خوابن ۾ مون مَن جي گهوڙي کي خوب اُڏايو. جنگ به جنگين جهڙي ڪيم. دڪدائڪ ڇتاپيتي ڪاڏيم؛ ۽ هاڻي بيوس ۽ اڪيلو آهيان، ڪابه نئين شڪتي ڪانه تي مليم. منهنجو قد هڪ وار جي ويڪر جيڏو به مٿي ڪين ٿيو آهي، جهڙو اڳي تهڙو هيٺئر. اَپار کان آءُ ڏُور آهيان.

ميفسٽو: ها! ايڏو انسان جو بيهودو خيال! منهنجو خيال ايڏو نه آهي، تنهن ڪري وڌيڪ سچو آهي. ڇو وينو وِماسين، ڇو وينو ڍومائون ڪائين، جيسين حياتي آهي، تيسين ڇو نٿو حياتي ماڻين؟ ڪهڙي نه ڇريائي! توکي مٿو آهي، هٿ آهن، شڪم آهي، هو هي گهٽي ئي آهن. پر اهي مڙيئي آءُ نه وينو ماڻيان، پوءِ اهي منهنجا ڪين ٿيا ڇا؟ جڏهن منهنجي گاڏيءَ ۾ ڇهه گهوڙا ٽا ٻڌجن، تڏهن سندن لڱ منهنجا نه ڇئبا؟ مغرور شرطي گهوڙن جي پٺيءَ تي مان نه آهيان، تڏهن ڪير آهي. سندن ڇوهي پنڌ ۾ آءُ ڇوُهو آهيان، سندن سگهه ۾ آءُ سگهو آهيان، سڀ طاقتون منهنجون آهن، جي آءُ ٿو ملايان. چوويهه ٽنگهون منهنجون آهن. اُٺ! اُٺ! هي مايوسي جو ڪَڪر ڪڍي ڇڏ، اجايا خواب تَرڪ ڪر. اهي تنهنجا پنڊت، آهن مڙيئي، مرونءَ وانگر، جو سُڪيءَ تي پوت وس ٿي سارو وقت پيو ڦيريون پائي، اها خبر نه

تي پويس تہ چوڌاري سبز ساوا ميدان لڳا پيا آهن.

فائوسٽ: ها. پر اُها نئين حياتي شروع ڪيئن ڪبي؟

ميفسٽو: پهريون ڪم جيڪو پاڻ ڪي ڪرڻو آهي، سو هي، تہ هنان اُڏامي هلون. هي مڪان دڪدائڪ شهيديءَ جو آهي؟ هيءَ ڪهڙي حياتي پٽي گذاري اٿئي؟ ڇا هيءَ بہ ڪا زندگي آهي، جو پنهنجي ۽ شاگردن جي حياتي ٽڪائي ڇڏجي. ڇڏ ڇڏ هي سڀ اجايو ڪم.

فائوسٽ: هاڻي ڪٿي هلون؟

ميفسٽو: جتي تنهنجي مرضي پوي. پهرين پهرين هلي رواجي عام حياتي ڏس، پوءِ جيڪڏهن تنهنجي مرضي پوي تہ هلي عيشي دنيا ڏسج، تہ ڪيئن نہ ناچن جي بازار گرم آهي– موڄ ۽ مستي، آزاد هستي.

فائوسٽ: ڇا تنهنجي مرضي آهي تہ هيءَ ڊگهي ڏاڙهي ڪٽي پيو گهمان؟ ٻڌاءِ تہ ڪيئن ڏاڙهي ڪترائي. سهٽي ڪريان؟ ٻڌاءِ مون کي، تہ ڪيئن دنيا ۾ هلجي؟ مون کي تہ خبر ئي ڪانہ آهي. نوابن جي دنيا منجهہ ڪهڙا لڇڻ هلجن. مان تہ ڪڏهن سنگت ۾ رليو مليو ڪين آهيان، تون سمجهاءِ.

ميفسٽو: منهنجا نيڪ دوست. انهيءَ جو خوف تون ڪر ئي نہ. رڳو دم رکندو آءُ. اهو اٿيئي حياتيءَ جو هنر.

فائوسٽ: سير سفر جو ڪهڙو بندوبست؟ ڪٿي آهن نوڪر؟ گهوڙا؟ گاڏيون؟

فائوسٽ: ميفسٽو: رڳو هن جُبي جو پلاند پکيڙڻ جي ويرم آهي ۽ هوا ۾ ڪجهي بي ڊپي سير تي پئبو. ڪوبہ ڳؤرو سامان پاڻ سان نہ کڻ. ٿوري ٻاڦ سان، جيڪا اِجها تي تيار ٿئي، زمين کان مٿي کجي هلنداسين. هلڪا ٿي، تکڙا ٿي هلنداسين ۽ دُور دُور وڃي پهچنداسين! آءٌ هليو، منهنجا دوست نئين ۽ وئندڙ زندگي اڳيان اٿئي. خوش رهہ. رڳو خوش رهہ.

# ڏائڻ جو رڌڻو

ميفسٽوفلس، فائوسٽ کي وٺي سير تي نڪتو. فائوسٽ کي زماني جي حال کان واقف ڪيائين. پياڪن جو ڇا حال آهي، ڪيئن شراب وس ٿي پنهنجو ايمان وڃائيندا ٿا رهن، ڪيئن شراب ۾ غرق ٿي فاحش راڳ کي فرحت ٿا سمجهن ۽ ڪيئن پوءِ نفساني خواهشن ۾ غرق ٿي، هڪ ٻئي سان وڙهن ٿا، مارا ماريون ڪن ٿا. فائوسٽ ڏٺو تہ وڏي ۾ وڏو شيطان تہ شراب آهي، جو ٿو شهوت کي اُڀاري انسان کي خراب ڪري. ميفسٽوفلس، فائوسٽ کي اهي ڳالهيون ڏيکاري، جلد ئي کيس هڪ مڪان تي وٺي آيو. ان مڪان کي "ڏائڻ جو رڌڻو" ٿي ڪوٺيو ويو. هڪ چُلهہ هئي، جنهن تي ڪڙاهي چڙهي پيئي هئي. دونها بہ گهاٽا پئي نڪتا. دونهي ۾ عجيب غريب روپ پئي ڏسڻ ۾ آيا. ڪڙاهيءَ جي پاسي ۾ هڪ ٻليءَ روپ باندري ويٺي هئي ۽ ڪڙاهيءَ ۾ ڏوئي وجهي پئي گهمايائين. ٻاهہ جي پرسان وري ٻلي روپ باندر ويٺو هو، ۽ ننڍڙا ٻچا بہ اتي ئي وينا هئا ۽ پاڻ ويٺي سيکيائون. رڌڻي ۾ شيون بہ عجيب غريب ٽنگيون پيون هيون. اهڙي مڪان ۾ اندر فائوسٽ ۽ ميفسٽوفلس لنگهي آيا. فائوسٽ جي دل هي ڪراهت ڏيندڙ مڪان ڏسي پڪارڻ لڳي:

هي ٻچان پيدا ڪندڙ ڏائڻ پٽو ڏسي منهنجي دل ڪَني ٿي پئي آهي، بيمار ٿي پئي آهي. ڇا تون ٿو چئين، هن غليظ غار ۾، هن چريائيءَ جي ڪچري ۾ مون کي جيون شڪتي ملندي. ڇا انهيءَ لاءِ صلاح مصلحت ڪرڻ لاءِ مون کي هڪ ڪُراڙي ڏائڻ وٽ اچڻو آهي؟ ڇا هن ڪڙاهيءَ مان دل ڪچي ڪندڙ رس پيئڻ سان آءٌ ٽيهہ ورهيہ ننڍو ٿي پوندس؟ بس جي تو وٽ هن کان ڪا ٻي بهتر شيءِ آهي ٿي ڪين تہ منهنجون اُميدون سڀ مري ويون. منهنجي آس سڀ اُڏامي ويئي. ڇا هن کان سواءِ قدرت ۾ ڪو ٻيو آب حيات آهي ڪونہ؟ ڇا آتما وٽ حياتي کي نئون ڪرڻ لاءِ انهن اُپائن کان ڪو ٻيو بهتر اُپاءُ آهي ئي ڪين ڇا؟

ميفسٽو: هاڻي مون پنهنجي دوست جو دليل صحيح ڪيو: هائو! قدرتي اُپاءَ بہ آهن، جن جي وسيلي، حياتيءَ جو قوهہ ۽ طاقت، ملي سگهن ٿا، پر هي سبق ڪنهن ٻئي ڪتاب ۾ لکيل آهي ۽ اهو باب ڪو اور آهي.

فائوسٽ: آءٌ اهو سکندس.

ميفسٽو: هڪڙو اُپاءُ آهي، انهيءَ لاءِ نڪي سون کپي، نڪي دوا کپي، نڪي جادو کپي. نويڪلائيءَ ۾ نڪري وڃڻ، ڪانيون قوڙڻ ۽ زمين کوٽڻ، هڪ تنگ دائره اندر پاڻ پوري ڇڏڻ، هرڪا خواهش بندي ويهڻ، ڪاڏو سادو کائڻ، پسوئن ۾ پسوئن وانگر گذارڻ؛ کلئي ميدان ۾ ڇيٽو پکيڙڻ ۾ ڪوبہ شرم نہ سمجهڻ، انهيءَ ڪچري مان جيڪي پيدا ٿئي، سو لُٽڻ، اهو بلڪل ڪارگر رستو آهي، حياتيءَ کي نئوبنو ڪرڻ جو، پوءِ تہ 80 ورهين جي ڄمار ۾ ڳاڙهہ ڳتو!

فائوسٽ: اهو تہ مون کان ڪين پڄندو، آءٌ انهي تي هِريو ئي ڪين آهيان، نڪي ڪي هينئر مون کي ڪوڏر ڪٽڻ ايندي، اهڙي تنگ رهڻي مون کان ڪانہ پڄندي.

ميفسٽو: جي پلا نہ، تہ پوءِ هي ڏائڻ آهي.

فائوسٽ: ائين ڇو؟ ڪراڙي ڏائڻ جو هن ۾ ڪهڙو واسطو؟ تون نتو پاڻ اها سُرڪي رڌي سگهين.

ميفسٽو: اهو ٿيو اجايو وقت وڃائڻ. اها ناهڻ ڪو سولو ڪم نہ آهي: هزارين پُليون ٻڌجي وڃن، پر هي شيءِ ايتري وقت ۾ بہ نہ ٺهي سگهي. هن ۾ ڪو وگيان، يا اٽڪل ڪانہ کپي، پر تحمل کپي، جو ويهي مَنُ هلائجي. جيوَ ڪي سال ويهي گوشہ نشيني ۾ رهي پيو پاڻ پگهاري: وقت ۽ رڳو وقت هن کي صفا ٿو ڪري ۽ سگهو ٿو ڪري. هن جون سڀ شيون غيبي آهن. هن جون طاقتون ۽ هن جا جزا عجيب آهن. برابر، شيطان هو جنهن پهرين اها بنائي، پر تڏهن بہ شيطان هينئر ان کي نٿو ناهي سگهي. ڏس، ڏس، پريان ڏس تہ ڪهڙو حسين جوڙو آهي، ڪنوار ۽ گهوٽ- (بانڊريءَ ۽ بانڊر کي ڏسي ٿو چوي) پانئجي ٿو تہ گهرڌيائيءَ ٻاهر نڪتي آهي.

بانڊر: ٻُخاريءَ مان لنگهي ويئي هلي. ويئي آهي نشو پيئڻ، ڪُڏ تي وڃي ويٺي آهي.

ميفسٽو: اڃا ته ڏهن اچڻ ۾ دير اٿس؟

باندر: پيرن جون آڱريون، مَس َسيڪيون، تنهن ڪان اڳ ۾ هوءَ اچي وڃي.

فائوسٽ: مون کي ته هي آواز، هي شڪل، هي روش ڏسي، ٻچان اچيو وڃي، آءٌ هي ڏسي نٿو سگهان، منهنجي دل بيمار ٿيو پوي.

(ميفسٽو ڪجهه وقت باندري پوتن سان ڳالهيون ٿو ڪري، اينري ۾ فائوسٽ رڌڻي ۾ هڪ آرسي رکي آهي، تنهن ۾ وينو نهاري. ڪنهن مهل اڳتي پيو وڃي، وري پٺتي پيو هٽي. نهاريندي نهاريندي منجهس ڇا ٿو ڏسي!)

فائوسٽ: هي ڇا ٿو ڏسان، بهشت جي حُور، هن جادوءَ جي آئيني ۾ ڪهڙي نه موهيندڙ مورت! اڙي! اي عشق ڏينم پنهنجا تکا ءِ بي آواز پَرَ، ته آءٌ اُتي اُڏامي وڃان، جتي هوءَ آهي. بيٺي ته بنهه اڳيان اٿم، ته به ڏيهان ڏُور آهي، خبر نه آهي ڪهڙي لوڪ ۾ آهي! افسوس! ڇا ٿو ڏسان! رڳو جي هن جاءِ تان ٿورو ٿو اڳتي چُران، ته ڪارو ڪکر ٿو کيس ويڙهي وڃي. اي زال جي صورت، پري روءِ پيڪر. اڙي! حُسن بي نظير! ڇا زمين وٽ ايڏي سونهن! ڇا هيءَ زال هوندي؟

هن صورت ۾ ته ڪيترن بهشتن جا حُسن ءِ ناز اچي ڪَٺا ٿيا ٿا ڏسجن. ڇا هيءَ زال آهي؟ ڇا هي ڪو خلقيل پراڻي آهي؟

ميفسٽو: عجب به واجبي لڳو اٿس! جنهن ستن ڏينهن ۾ هيءَ دنيا رچي، تنهن هي صورت ناهي، پنهنجي ڪاريگريءَ تي حيرت ڪاڏي. واه جي صورت! هائو، ڀلي پيو مست ٿي متس نهار، اهو خزانو مون وٽ سلامت آهي، انهيءَ جو انجام آءٌ ڪري ٿو سگهان. سڀاڳو اُهو انسان آهي، جو ههڙي ڪنوار ٿو گهر آڻي!

(فائوسٽ پيو شيشي ۾ نهاري، ميفسٽو پيو پاڻ لوڏي.)

فائوسٽ: افسوس! منهنجا ته حواس ٿا خطا ٿين، منهنجي دل ۾ مچ ُٿو مَچي. هل ته هلون.

(اينري ۾ ڪڙاهي اُبامي ٿي، هڪ وڏو پنيت ٻُخاريءَ تائين وڃي ٿو. ڏائڻ خوفناڪ رڙيون ڪندي پنيت مان هيٺ لهندي اچي ٿي.)

ڏائڻ: هان! هان! مصيبت پويئي مِرون! پِٽ پويئي سوئر! ڪڙاهي

أيامي ويئي آهي! شوروو ليٽي پيو، ڏياٽي جلي ويئي! پٽَ پويئي مرون.
(فائوسٽ ۽ ميفسٽو کي ڏسي) ۽ هي ڇا آهي؟ اوهين ڪير آهيو؟ ڇو آيا آهيو؟ ڪنهن موڪليو اٿوَ؟ شال برندڙ سُور، هڏو ۽ ميجالو جلائيوَ!

(ڏائڻ ڪڙاهيءَ مر تي ڏوئي وجهي. فائوسٽ ۽ ميفسٽو تي تي باهہ جا ألا أچلائي. باندري پوت ٿا رڙن. ميفسٽو هڪدم وِچٿو تو هٽي، ۽ ديڳڙيون ديڳڙا، ۽ شيشا پرزا پرزا ٿو ڪري.)

ميفسٽو: پڳا پڳا! دوزخ جو شوروو پلي هاريو. شيشا پلي ٽُڪر ٽُڪر ٿيا. هھڙا ٿي لفظ پٽين، هي اٿيئي أجورو. منهنجي ماڪي! هي سڀ راند آهي! هي سڀ چرچو آهي! ڇا ڏائڻ توکي خبر ئي نہ آهي تہ آءٌ ڪير آهيان، پنهنجو خاوند ۽ ڏٽي بہ نٿي سڃاڻين؟ هڏ پجي ٽُڪر ٽُڪر ٿو ڪري ڇڏيانءِ، سڀ تنهنجا باندر، نونهڙا ڪُپڙا، سڀ ٿو وڃائي ڦِٽا ڪريانءِ، ڇا منهنجي ڇيلهہ جو ڳاڙهو پٽو نٿي ڏسين؟ هي منهنجو ڪُڪڙ جو ڪنڀ نٿي سڃاڻين؟ ڇا منهنجي مُنهن مٿان ڪھڙو برقعو چڙهيل آهي. جو منهنجا پوئلڳ بہ مون کي نٿا سڃاڻين؟ ڇا آءٌ انهن کي بہ تڏهن پنهنجو نالو. پنهنجو درجو بڌائيندو وتان.

ڏائڻ: معافي، منهنجا سائين معافي. مون ڀُل ڪئي. مون توهان جو پڳل پير (1) ڪونہ ڏٺو، اوهان جون بہ سِرٽيون ڪٿي آهن!

ميفسٽو: چپ ڪر، ڪراڙي پوڪڻ، هي دفعو معافي اٿيئي. پاڻ کي مِلئي بہ ڳچ وقت ٿي ويو آهي، تيتري مِر وڏو ڦيرو پئجي ويو آهي، دنيا ڏاهي ٿي پيئي آهي. واڌاري جو رخ پَلُ پَلُ مِر پيو ڏسجي؛ هر شيءِ تي پڪڙيل آهي، شيطان بہ سڌريو آهي. جهنگل ڇڏي هاٺي دربارن مر ٿو گذاري. قديمي جهنگلي پوشاڪ ڇڏي ڏني اٿس. اڳي گھنجيل پيشانيءَ تي سڱ هوندا هٿس، مڙيل پُڇ هوندو هوس ۽ هيبت ناڪ چنبا هوندا هٿس، هاڻي اهي سڀ ويا، هاڻوڪي تعليم اِهي ڪدي ڦِٽا ڪيا. باقي پڳل پيرُ سو اجا بہ اڳي جهڙو اٿم، اهو بہ مون کي وڻي ڪين ٿو، ڇو تہ ڪي وڏا شريف جي اهو ڏسي وٺندا تہ مٿن مون نسبت اثر أڳرو ويهندو. تنهنڪري مون ڪان جيترو ٿي سگهندو آهي، اوترو ڪٺي پير لڪائيندو آهيان، تنهن ڪري پَٺا ڪٺي بڌا اٿم، جنهن

(1) شيطان جو، چوندا آهن تہ پير پڳل آهي، تنهنڪري هو منڊ ڪائيندو آهي. هن کي بہ سِرٽيون بہ هونديون آهن. اهي هن جون نشانيون آهن.

ڪري هاڻي ايترو منڊڪائيندو آهيان، جيترو هينئر جو رواج آهي. ڪيترا جوان، جن جا نالا بہ اچنم ٿا، سي بہ ساڳي روش ٿا وٺن.

ڏائڻ: شيطان آيو آهي. منهنجو قديمي پيارو آيو آهي. واهہ واهہ، آءٌ تہ خوشيءَ ۾ ٽو ڦاٽان.

ميفسٽو: بُڌ، اهو نالو نہ ڳنهہ. مون کي انهيءَ نالي سان نہ سڏ.

ڏائڻ: ڇو؟ ڪهڙو سبب؟ ههڙو شريف نالو، ڇو نہ ڳنهجي؟

ميفسٽو: تمام گهڻو ڪَتب آندو ويو آهي، ۽ هاڻي پَرين جي قصن وانگر پيو ڪَن کي لڳي. انهيءَ نالي ونڻ تي اهڙو تہ ماڻهو هِري ويا آهن، جو پيا پائين تہ اها بہ ڪا ڏند ڪَٿا آهي. اڄڪلهہ ماڻهو پنهنجي تجربي کان ٻاهر کي بہ مڃڻ لاءِ تيار ڪين آهن. هو هاڻي سڀ ڪجهہ ناثابت ڪري ٿا سگهن. هو مون نسبت هڪ اکر بہ اعتبار ۾ ڪين ٿا آڻين. پلا انهيءَ ڪري بہ ڪو بهتر ٿيا آهن؟ پاڻ شيطان آهن، ۽ شيطان ۾ اعتبار نٿا ڪن! مون کي اڳتي نواب سائين ڪونج، انهيءَ نالي ۽ لقب تي ڪنهن کي اعتراض ڪونہ تيندو. آءٌ بہ اهڙو ئي نامدار آهيان، جهڙو ڪوبہ خانداني.

ڏائڻ: واهہ واهہ، ساڳيو تون آهن. تون اڳي جهڙو ئي خوش مزاج شودو آهين.

ميفسٽو: (فائوسٽ کي) مون کي روزمرہ جي تجربي سيکاريو آهي تہ ڏائڻين سان هي رستو نهايت ڪارگر آهي.

ڏائڻ: هاڻ ٻڌايو تہ ڇا پيئندا؟

ميفسٽو: مهرباني، بس هڪ گلاس ڪافي آهي. ڪو جهونو پيالو پيارج. (فائوسٽ کي) هن شيءِ جي طاقت سال بسال ٻيڻي ٿيندي آهي.

ڏائڻ: حاضر. ٻيو پيرو ڇوڻ جي ضرورت نہ آهي. اِجها هيءَ بوتل. آءٌ بہ ڪڏهن ڪڏهن پيئي چَکندي آهيان. ڪابہ پانس ڪانہ ٿي رهي. وٺ وٺ هي دَرام. (ميفسٽو کي) ها پر ٻُڌ، هي درام ونڻ کان پوءِ هڪ ڪلاڪ بہ ڪين ڪڍندو، بشرطيڪ ڪو جادوءَ جو اثر وجهجيس.

ميفسٽو: هو سنگتي آهي. انهيءَ پيالي مان فائدو پهچندس. هن کي ڏائڻين وارو ڪاچ کپي. هن جو شڪم (آندو)، تون جيڪي بہ ڏيندين، جهلي

ويندو. آءُ، ڪِڊ گول چڪرُ. پڙهه منتر. پر پيالو پُر. ڪوبه نقصان ڪونه ٿيندو.

(ڏائڻ نمي نئڙي اشارا ٿي ڪري ۽ پوءِ هڪ گول چڪرو ٺي ڪڍي. چَڪرِي جي اندر عجيب غريب شيون ٿي رکي. ايتري ۾ شيشا گهڻ گهڻ ٺا ڪن. ڪڙاهي ڳائي ٿي. پڇاڙيءَ ۾ ڏائڻ هڪڙو وڏو ڪتاب ٿي ڪڍي اچي، باندريون ٿي چڪري جي اندر ويهاري. هڪڙي باندري جي پُنيءَ تي ڪتاب ٿي رکي، ٻيون باندريون ڏياٽيون ٿيون هٿ ۾ جهلين. فائوسٽ کي ٿي اشارو ڪري ته اچ.)

فائوسٽ: (ميفسٽو کي) نه نه. هي رنگ ڏسي منهنجي دل بيمار ٿي پيئي آهي. هن مان ڪهڙي چڱائي ٿيندي؟ هن جو مطلب ڇا؟ هي رڙيون، هي اشارا ڇا جا آهن؟ هيءَ تڪڙي بُڙ بُڙ ڇا جي آهي. گندي، ڪراهتڻ، نِڳڻ، مون اڳي به اهڙيون ڳالهيون ڏٺيون آهن. مون کي انهن کان نفرت هئي.

ميفسٽو: هي سڀ اٽالو هن ڏنڏي جو آهي. تون اجايو سخت نه ٿي. هوءَ به آهي طبيب جيان، هي ٻاهريون ڪتراڳ رڳو علاج کي هٿي ٿو ڏئي. انهيءَ ڪري پيالي جو اثر چڱو ٿيندو ۽ رفتار پوري هلندي.

(فائوسٽ کي ڏائڻ چڪري اندر ٿي آڻي.)

(ڏائڻ ڪتاب مان ڪَرڙي اُچار سان ٿي پڙهي.)

"سڀ ماڻهو سمجهن، هڪڙي مان ڏهه، ڪڍو به. ٽن جي ٽيڻ. ڪَٽ ڪوڙيءَ مان چار. پنجن مان، ڇهن مان، ڪڍو ست، ڪڍو اٺ، سڀ صفا. نَوَ به هڪڙو، ڏهه به هڪڙو. اهو آهي ڏائڻ جي هڪڙي جو هڪڙو."

فائوسٽ: ڪراڙي نِڳڻ، جوش ۾ اچي وئي آهي. جڻ تپ جي خشڪيءَ ۾ ٿي اُڦرڪي! منهنجو ته ميڄالو ٿو وڃي.

ميفسٽو: بس بس! هاڻي بس. منهنجي جادوگرڻ تنهنجو مَٽ ئي ڪونه آهي. هاڻي ڏي پيالو، ڪرينس تمنار، دپ نه ڪر، ڪوبه نقصان ڪونه ٿيندس. هو اسان مان هڪڙو آهي، اعليٰ درجي جو آهي. هن کان اڳ ۾ گهڻو ئي ڪجهه پيتو اٿس. دپُ نه ڪر.

(ڏائڻ" گهٽيئي چندُ ڦندُ هلائي، پوءِ پيالو ٿي ڀري. جيئن فائوسٽ ٿو پيالو چپن تي چاڙهي، تيئن هڪ هلڪي باهه جي جهپي ٿي مٿي چڙهي.)

جلد ٿي، جلد ٿي، دير نہ ڪر. هڪ دفعو اندر ويئي، تہ دل کي گرم ڪري، خوش ڪنديءَ. هي ڇا؟ منهنجا دوست، تون بہ اسان جهڙو ئي ڇٽيين، جيئي ڪان ٿو ڊڄين!

(ڏائڻ چڪر ڏاهي ٿي ڇڏي. فائوسٽ ٻاهر لنگهي ٿو اچي.)

ميفسٽو: (فائوسٽ کي) هاڻ! هل ٻاهر يڪدم! آرام ڪرڻو ناهي.

ڏائڻ: (فائوسٽ کي) بهتر ٿي پوندو. (پاسي کان) اُميد ٿي ڪريان تہ بهترين!

ميفسٽو: (ڏائڻ کي) چؤ، آءٌ ڪهڙي تنهنجي خدمت ڪريان. والپور (1) جي رات جو تون مون کي حڪم ڪج، آءٌ جيئن چوندينءَ تيئن ڪندس.

ڏائڻ: هان هي اٿيئي منتر، پيو اُچار. منجهس وڏو گُڻ رکيل آهي، وڏو فائدو ڏيندُءِ.

ميفسٽو: (فائوسٽ کي) جلد جلد جيئن چويئي تيئن ڪر. هي پيالو هٽي هنڌ ڪندو، پر هن جي پوئواري ڪرڻ ضرور آهي. هاٽي ٿوري ڪثرت ڪبي، پوءِ ساري سَرير جي رڳ رڳ ۾ گهڙي ويندو. پوءِ تہ آءٌ توکي عيش جي مؤج وٺائيندس. اُهي موجون، جن تي نوابن جون آسيسون آهن. جلد تنهنجي دل جي هندوري ۾ عشق اچي پاڻ جهوليندو. هينئر ئي لڇڙو ليئا پائڻ لڳو آهي، ۽ ڪم تيار پيو ٿئي.

فائوسٽ: هڪ ڀيرو وري آرسيءَ ۾ نهاريان. اي خوبصورت، تون اهڙي خوب آهين، جو آءٌ پيو ڀانيان تہ تون انسان جي صورت ئي ڪانہ آهين.

ميفسٽو: اچ اچ، هي بي نظير حُسن جو تون ڏسين ٿو، سو جلد عورت جي روپ ۾ ڏسندين. (پاسي کان) هي پيالو پيئڻ سان گهڻيءَ گهڻيءَ ۾ حُور.

---

(1) اُها رات پهرين مئي کان اڳ ايندي آهي. اِها رات جرمنيءَ جون ڏائڻيون ملهائينديون هيون.

# گهٽي

(فائوسٽ هڪ گهٽيءَ ۾ مارگريٽ کي ڏسي، وٺي ٿو وڃينس.)

فائوسٽ: (مارگريٽ ڏانهن وڌي) سهڻي سائڻ، منهنجي ٻانهن وٺنديءَ، مان گهر تائين گڏجي هلانءِ.

مارگريٽ: آءٌ سائڻ ڪانه آهيان، آءٌ سهڻي به ڪانه آهيان، مون کي گهر تائين، ڪنهن جي به گهرج ڪانه آهي.

(ٻانهن ڇڏائي هلي ٿي وڃي.)

فائوسٽ: يا الله. پريءَ جو ٻار آهي. هن اکين ڪڏهن اڳي ههڙو حُسن ڪين ڏٺو. نجا واري. لڄٽن واري ء حليم. چپ لعل روشن، ڳل پَٽ جهڙو. جوانيءَ مون منجهان تڏهن ويئي ڪانه آهي! پنهنجا نيڻ مون ڏي ڪنيائين. دل جي اندر ۾ اجا به پيا اُهي نيڻ جهلڪن. منهنجو جيءُ مون کان کِسڪي ويو، منهنجي دِلڙي لُٽجي ويئي.

(ميفسٽو ٿو اچي.)

فائوسٽ: ٻُڌ سائين ٻُڌ، وٺي ڏينم نينگرِ، جلد به جلد.

ميفسٽو: نينگر! ڪهڙي نينگر!

فائوسٽ: هوءَ جا هڪ پلُ ٿيو ته هتان لنگهي.

ميفسٽو: ڇا- هوءَ؟ هوءَ ته هينئر اجا چرچ ۾ هئي. پادري وٽ ويئي ڏوهه ٻاسيائين. آءٌ پادري جي ڪرسيءَ پٺيان وڃي بيٺس. ابوجهه نينگر ٻاسي ڇا! اهڙي نينگر ۾ اڪُ وجهڻ مان پلائي ڪين ٿيندي. هن جي پوترتائي ڪري، شيطان کي ڪوبه مِڪرُ هٿ نٿو اچي سگهي. هن ٻالڪ تي منهنجو وسُ نٿو هلي سگهي.

فائوسٽ: چوڏهن ورهن کان ته ٻاهر آهي!

ميفسٽو: ڇا، هن کان مٿي ڪا پليتائي؟ حيوان لُفنگ جنهن جي

مُورکپائي اِها آهي، جو ڀانئي ٿو تہ هرڪو حُسن جو گُل مون لاءِ آهي. سڀ سونهن جا هو ڏسي ٿو، سا ڀانئي تہ پٽي ڇڏيان. هن جي نظر ۾ سچ ۽ ايمانُ، فقط نالو آهن- منهنجا دوست ڇڏ هيءَ اجائي راند.

فائوسٽ: مولوي صاحب واهہ جي هدايت! اُميد آهي تہ هاڻي اهو اوهان جو وعظ ختم ٿيو: هاڻي بُد تند مزاج، منهنجو ارادو پڪو اٽيئي، چوانءِ ٿو، اڄ رات جو هوءَ منهنجي ٿيڻ کپي. جي نہ تہ منهنجي موڪلاڻي.

ميفسٽو: ڌيرج ڪر. ڪجهہ شعور بہ هلاءِ. چوڏهن راتين جي اندر، آءٌ تنهنجي لاءِ ڪي وجهہ تيار ڪري سگهندس!

فائوسٽ: چوڏهن راتيون! ست ڪلاڪ جي آءٌ ترسي سگهان، تہ مون کي شيطان جي مدد جي ضرورت ڪانہ آهي. پوءِ تہ منهنجي انساني طاقت بس آهي. هڙي ٻالڪ کي ٻاز اُٺڻ ۾ ڪهڙي ڏکيائي آهي.

ميفسٽو: توکي رنج ڏسي مون کي ڏک ٿيو آهي. پر ايڏي اُٺ تُڻ؟ جو خزانو دير ۽ دقتُ کان پوءِ ٿو حاصل ٿئي، تنهن جي خوشي اڪثر ٿي ٿئي. تون بہ سُٺيءَ سان ڪجهہ هرمر، ڪجهہ ريهينس ريبينس، پوءِ نرم نيڻ تنهنجي وس.

فائوسٽ: خوش نصيب. منهنجي نفس کي تيز ڪرڻ لاءِ اهڙين ڳالهين جي ضرورت ڪانہ آهي.

ميفسٽو: دل ۾ نہ ڪج، پر منهنجو چوڻ آهي. تہ هني زبردستي مان ڪين ورندو. توري ئي وقت ۾، نينگر حرفت سان هٿ ڪري ٿي سگهجي. اتڪل سان قلعو ڪٽڻ سولو آهي، پر چڙهائي اجائي آهي.

فائوسٽ: چڱو ڀلا. تيسين مون کي ڪا سندس نشاني آڻي ڏي، ڪا پٽي ڪا مُنڊي، يا ڪو سندس برف جهڙيءَ سفيد ڇاتيءَ مان رومال. ڏيکار، مون کي هن جو آرام ڪمرو، هلي ڏيکار!

ميفسٽو: توکي ڏيکارڻو اٿم تہ مون کي ڪهڙي نہ توسان همدردي آهي. تنهنجو دردُ ڇٽائڻ لاءِ آءٌ ڪهڙو نہ آتو آهيان: ٻنا ڪنهن دير جي، تنهنجي اها خواهش پوري ٿو ڪريان ۽ اڄ ٿو توکي اُتي وٺي هلان.

فائوسٽ: ڇا آءٌ هن کي هتي اکين سان ڏسندس؟ هوءَ مون کي ملي سگهندي؟

ميفسٽو: نہ! هوءَ پاڙيسرياڻي جي گهراج وٽي آهي. آءٌ جڏهن ڏسندس تہ هوءَ ويئي تڏهن توکي سندس ڪمري ۾ ڇڏي ايندس، تون اُتي اڪيلو وينو سندس ڪمرو ماڻج. جنهن هنڌ تي هوءَ سمهي ٿي تنهن هنڌ جي سڳنڌ وينو ونج ۽ ايندڙ عيش جا پيو خواب لهج.

فائوسٽ: هلون پيا.

ميفسٽو: هيترو سويل.

فائوسٽ: جلدي ڪا سوکڙي تيار ڪري وٺ.

ميفسٽو: ايتري ۾ سوکڙيون: جهڙ ڪنيئي- هو مڙيئي مٽين تي موهت آهن. هائو، مون ڪي ڪئين عيش محل سُجهن، جتي اهي شيون خوب آهن، جتي قديم وقت کان خزانا پوريل آهن. اجهو آيس. ڪابہ ڪا دل ڪنيٽي، سهٽيءَ کي موهڻ لاءِ ڪٺي آيس ڪي آيس.

# سانجهي
## (هڪ عمدو ننڍو ڪمرو)

مارگريت: هو جو سَڪرُ گڏيم، سو ڪير هو، سا خبر هٿ ڪرڻ لاءِ، ڪجهہ هرج جيڪر خوشيءَ سان سَهان. ڪهڙو نہ شاندار ۽ شاهاڻو هو. نوابي خاندان جو آهي، سو تہ سندس پيشانيءَ تي نهارڻ سان پڙهي سگهجي ٿو. جي نوابي گهر جو نہ هجي ها تہ جيڪر وڌيڪ حياءُ سان نهاري ها.
(ٻاهر ٿي هلي وڃي.)

(ميفسٽو ۽ فائوسٽ ٻئي اندر ٿا اچن.)
ميفسٽو: آءُ هليو، آهستي پير کڻ، پر هليو آءُ.
فائوسٽ: (پَل ڪان پوءِ) مون کي هتي ڇڏي وڃ. مون کي هتي ڇڏي وڃ. عرض مڃ.
ميفسٽو: (ليئا ٿو پائي) جاءِ واهہ جي صفا ۽ سني آهي. هر ڪنهن نينگر جي اهڙي صفا نہ ٿيندي آهي.
(ٻاهر نڪري ٿو وڃي.)

فائوسٽ: (چؤڌاري نهاري) ڪهڙي نہ سانت! نرم جوت هن مانيٽي ننڍڙي چرچ ۾ ڪهڙو نہ خوشي ۽ آرام ۾ آهي. سُک جي مِٺي آتما سڀ کي ٻري ويني آهي، سڀ تي آسيس آهيس. اي سُک ۽ پريم جي آتما آءٌ توکي ٿو پاڻُ اربيان! اي پريم، تنهنجو ساهہ/ حياتي، آس جي رسيليءَ بوند تي ٿو ملي، هن کان پوءِ تون ئي منهنجي جيوت آهين. هتي چؤڌاري ماٺ، صفائي ۽ اضپو آهي.
(فائوسٽ پاڻ کي بستري جي پير ۾ چمڙي جي آرام ڪرسيءَ ۾ نو ڦِٽو ڪري.)

اي پياري!. تنهنجي جاءِ ۾ سک جي آتما پيئي ساهه کڻي، تنهنجي هٿ جو هنر هر شيءِ تي ٿو ڏسان، جنهن هن ننڍڙي مڪان کي جنت بنائي رکيو آهي. هتي جيڪر ڪلاڪن پنيان ڪلاڪ پيو سپنا لهان. قدرت هن جي ڪنواريءَ ڇاتيءَ ۾ ڏينهون ڏينهن. پئي پوترتائيءَ جو انگ وڌو آهي. هن بستري تي هوءَ سمهي ٿي؛ سندس نرم ڇاتي، حياتيءَ جي خوشيءَ سان پرپور آهي.

۽ تون؟ هتي توکي هيئنر ڪهڙي ڳالهه آندو آهي؟ هن ديوانگيءَ جي پل ۾ تون ڇا آهين؟ غريب فائوسٽ! ڇا ڪنهن جادوءَ جي چڪر ته ڪين تنهنجون اکيون ڇلي وڌيون آهن؟ تنهن جو عقل جهڪي ويو آهي؟ نه ته جيڪر هي باهه جهڙي اڄ جو ونئي؟ هي اوچتي پريت ڪيئن لڳئي؟ ڇا اسين تڏهن واءَ جي هر ڪنهن ڦوڪ وهيڻا آهيون. هوءَ جي هن وقت هتي لنگهي اندر اچي توکي ڏسي ته جيڪر ڪيئن نه ٻٽاڪي ڦري گيدي ٿي پوي! ڪيئن نه سندس پيرن منجهه اچي ڪري پوان.

ميفسٽو: (اندر اچي) نڪري اچ، اچها اٿي ٿي اٿي.

فائوسٽ: آءٌ وڃان ٿو، وري ڪين ايندس.

ميفسٽو: هي بي بها جواهرن جي دٻلي. ڪيئن مونکي ملي، تنهن پڇڻ جو ضرور نه آهي، ڪي ڳالهيون مٽ ۾ رهيون پليون آهن. جلد ڪر هيءَ دٻلي تون سندس خاني ۾ وجهه. جلد ٿي سندس من کي موهي ڇڏيندي، سندن عقل کي سنڀاري ڇڏيندي. هان تون ڏڪو ڇو. ته هن سيني جي پچاڙي ڪهڙي؟ هي دٻلي ۽ هي خسيس شيون جي منجهس آهن، سي مون کي دوست وٽان مليون. منهنجي دوست ٿي ڀانيو ته کو خوشيءَ جو پل هي کيس حاصل ڪري ڏينديون. هو شخص هن دنيا جو ڄاڻو آهي. هن کي معلوم آهي ته زال ذات جي دل کي ڪيئن کنيجي. ڇا ٻار، ڇا ٽينگر، ڇا عاشق، ساري دنيا ۾ راند ساڳي ٿي رهي.

فائوسٽ: مون کي ڄاڻ ڪين آهي. مون کي ڪرڻ گهرجي؟

ميفسٽو: پڇين ٿو؟ شايد تنهنجي دل آهي ته دٻلي رکي ڇڏين؛ جي ائين آهي، ته انهيءَ کي هيج ڇڏيو، انهي سستيءَ علت ۾ تون ڪال راضي رهين

مان خوش آهيان، تہ هي عشق جو ڪن پَل سندو ڦوٽو سويل ئي ڦاٽي پيو. هاڻ ٻيون سوليون وندرون گهٽيئي آهن، منهنجي غريب مغز ڪي تہ خبر ئي ڪانہ ٿي پوي تہ توڪي ڪيئي چا. آءٌ تہ هٿ پيو مهٽيان، مٿو پيو ڪِنهان.

(دٻلي ٿو خاني ۾ رکي ۽ ڪُنجي ٿو لڳائي.)

آءُ، آءُ. مطلب آهي تہ هن جوانڙيءَ جي دل تنهنجي خواهش ۽ اِرادي پٺاندر هلي. آءُ، هائي آءُ.

(وڃن ٿا هليا.)

(مارگريٽ ٿي اندر اچي، بتي هٿ ۾ اٿس.)

مارگريٽ: هتي بہ گهُٽ لڳي پيئي آهي. ٻاهر مون پانيو تہ سيءُ آهي. امڙ ڪڏهن ايندي؟ منهنجي بُت منجهان ڪهڙي لرزش ٿي لنگهي. آءٌ پانيان ٿي تہ ڪا مورک زال آهيان.

(جيئن ڪپڙا ٿي لاهي، تيئن عشق جا راڳ ٿي ڳائي. ڪنهن وقت ڪُنجيءَ سان خانو ٿي کپڙن وجهڻ ڪاڻ کولي تہ سهڻي دٻلي ٿي ڏسي.)

هي عمدي دٻلي هتي ڪيئن آئي؟ مون تہ خانو بند ڪري ڇڏيو هو- آءٌ ذري گهٽ اهو قسم کڻي وجان. ٻاهران تہ واهہ جي سُندر آهي. اندر ڇا آهي؟ امڙ تہ ڪين ڪجهہ ڪنهن ڪي اُڌارو ڏيئي هُندي وٺي کڻي هن دٻليءَ ۾ وڌي آهي؟ کولي تہ ڏسان. دٻليءَ کي ننڍڙي سهڻي ڪُنجي آهي. واهہ واهہ، جواهر ۽ موتي! هھڙا موتي ۽ هھڙا جواهر، ناچ جي وقت ڪھڙو نہ جيڪر جهَلڪن. مون کي جيڪر ڪيئن نہ سونهن.

(پائي ٿي ۽ پاڻ کي آرسيءَ ۾ ڏسي ٿي.)

اڙي رڳو هھڙا دُرَ ڪري مون ڪي هجن! هنن دُرن سان تہ آءٌ بلڪل بدلجي وئي آهيان. شڪل ۽ سونهن جو قدر بہ هنن ڪان سواءِ ڪونہ آهي. جڏهن سونُ هجي تڏهن ڪو پُڇي، باقي غريب ڪي ڪير ٿو پڇي!

# گهمڻ جي جاءِ

(فائوسٽ ڪنهن خيال ۾ آهي، اچي ۽ وڃي پيو. ميفسٽوفلس ساڻس
گڏ آهي.)

ميفسٽو: عشق جنهن تي منهنجي ڌِڪار آهي ۽ دوزخ جي باهه، تن جو
مون کي سُنهن آهي، هن کان وڌيڪ ابتر ڪهڙي حالت ٿيندي.

فائوسٽ: توسان ڪهڙي ويڌن آهي. ڪهڙو ڏنگُ لڳو اٿيئي؟

ميفسٽو: آءٌ جيڪر پاڻ کي ٻئي ڪنهن جهنم ۾ وجهان، پر آءٌ خو
جهنمي آهيان.

فائوسٽ: ڇا، هن جو مطلب ڇا؟

فائوسٽ: ٻُڌ. ههڙا سهڻا موتي، جي مارگريٽ لاءِ آندم، سي هڏ
پادري جي ملڪيت ٿيا آهن. مارگريٽ جي ماءُ، اچي ڏسي ورتا شڪ پيس ۽
ڪو مڙيو ئي خلل آهي. ٻُڍيءَ انجيل ڪڍي ويهي پڙهيو، منُ سندس وڃ
گهڙت گهڙيندو- هي ڇا ٿيو، هي ڇا ٿيو. ٻڍيءَ جو نڪ بہ ڏاڍو تيز آهي
تنهن کي دبليءَ مان بانس ڇڳي ڪين آئي. ڌيءُ کي چوڻ لڳي: ”ٻُڌ ٻچڙي
هي ناپاڪ شيون آهن ۽ اسان غريبن کي ڪين نهن. هي دل کنيٽيون، منُ کي
موهي رکن ٿيون. تان جو صحت ۽ آرام پَرَ ڪيو وڃن. هاڻي ڌيءُ، ڪنواري
ميريءَ وٽ هلي ٿا پيتا رکون. دنيا جون پاپي شيون ارپڻ ڪرڻ سان، خدائي
ميوو ٿو ملي، جنهن تي روح گذر ڪري ٿو سگهي.“ ويچاري مارگريٽ کي
تہ هيءَ ڳالهہ پسند ڪين آئي تہ هيئن سندس سوکڙي هلي وڃي. سا ماءُ کي
چوڻ لڳي: ”سوکڙيءَ سان ڌڪارڻ ڇو ڪجي؟ يا جنهن ڏني تنهن ۾ شڪ
ڇو آڻجي؟ جنهن ڏني آهي تنهن جي ضرور دل سخي هوندي. هو ضرور نيڪ
۽ نياءَ وان هوندو، ڇو اسين گُمان آڻيون.“ تنهن تي ماءُ هڪدم گهرايو پادري
کي. پادري آيو ۽ چرچو خوب ماڻيائين. شڪل ۾ خوشي پرجي آيس، سو
ويهي وعظ ڪرڻ لڳو: ”پياري عورت تون سچ ٿي چئين. هن نينگر لاءِ هي
موتي رکڻ گناهہ جو ڪم آهي. جي جَتن ٿا ڪن، تن تي مَهر آهي، ۽ جو جيتي

ٿو، سو قلُ پائي ٿو. هھڙا گناھہ جا سامان چرچ کي ڏيئي ڇڏڻ گھرجن. هاضمي جو تہ هتي سوال ئي ڪونہ آهي. چرچ کي حق آهي ڳڙڪائي وڃڻ جو؛ چرچ کي ڪوبہ اوڪارو ڪونہ ايندو. چرچ ئي آهي، جا ملڪن پنيان ملڪ سندن معنائون ۽ سندن نفعا هپو ڪيو وڃي، تنھن جو ڪوبہ خيال ڪيس ڪين ٿو رهي. فقط چرچ ئي آهي جيڪا هن شڪي ڪاڏي تي وڏي سگھي ٿي."

ائين چئي، بائي تہ ڪٽي وڏا پنھنجي ڪيسي ۾ دُر ۽ ڪنگڻ، زنجير ۽ لاڪيٽ. موتي ۽ دبلي ائين ڪٽي اندر وڌائين، جيئن ڪي اکروٽ ڪٽي ڪيسي ۾ وجھجن. پوءِ ويھي وعظ ڪرڻ لڳن دنيا جي بي بقائي تي ۽ ڏيرج سان ڏک سھڻ جي خوبين تي. پڇاڙيءَ ۾ آسيس ڏيئي اُٿي هلڻ لڳو.

فائوسٽ: ۽ مارگريٽ.

ميفسٽو: هوءَ بي آراميءَ منجھہ آهي. ڪي بہ نٿو اُجھيس. رات ڏينھن انھيءَ خيال ۾ آهي تہ شيءِ ويئي هلي، پر تنھن سان گڏ سندس مَنُ شيءِ ڏيندڙ جو بہ پيو خيال ڪري.

فائوسٽ: ويچاري بُلڙي. هن جو ڏک منھنجي دل کي لڳيو وڃي. وڃ وڃي ٻيا جواهر موتي ڪٽي آءُ، دير نہ ڪر، جلد آءُ. هي اڳي جيڪي آندا هُئي سي جهڙا تهڙا هئا.

ميفسٽو: (ڪاوڙ جو ڏيک ڪري) ها، بس تيج شيون هيون، جي راند ۾ اڇلائجي ويون. منھنجي محنت بہ تيج، ڏني جي قيمت بہ تيج.

فائوسٽ: چپ ڪر، ڇا تون مون تي ۽ منھنجي محبت تي ٺٺولي ڪندين؟ منھنجو ڪم ڪر، منھنجو حڪم مڃ. وڃ وڃي ... ..... ، وڃي مَنيون مَنيون، نيون نيون شيون، پيدا ڪر. اڙي ڇا ٿيو اٿئي، اهڙو تہ موڳو آهين جھڙو پِٽ. اُٿ اُٿ، وڃ وڃي ڪٿنني ۽ موتي پيدا ڪر.

ميفسٽو: منھنجا سائين، حاضر.

(فائوسٽ وڃي ٿو.)

انسان، ڪيئن نہ عشق وس ٿي، پانئي تہ معشوق کي سڀُ اُڇلائي ڏيان– سڄ تارا، زمين، آسمان ۽ چنڊُ هن جي نظر ۾ اهي سڀ ناچيز آهن!

(وڃي ٿو.)

# پاڙيسرياڻيءَ جو گهر

مارٿا: (اڪيلي) اي ڀڳوان واهر ڪر، مهر ڪر، ۽ منهنجي ويچاري ٻُڍي مڙد ڪي معاف ڪج! مون سان ڪانه رهايائين، هو ريت بنا موڪلائي ويو هليو! مون کي رَندن ۾ وجهي ويو. اِجها اڪيلن ڪکن تي پيئي ڳران. منهنجو پيارو مڙس جنهن ۾ منهنجو ساهه هو، بنا سبب جي ديس ڇڏي وڃي ٻاهر مئو (روئي ٿي)- پڪ مئو هوندو- پر تڏهن به جي سندس موت جو سرٽيفڪيٽ مليم ته خاصو.

(مارگريٽ ٿي اچي.)

مارگريٽ: مارٿا.

مارٿا: منهنجي مارگري! منڙي، چو، ڇا آهي؟

مارگريٽ: منهنجا گوڏا ٿا وسامن. وري ٻي دٻلي ڏني اٿم، جهڙي اڳي خاني ۾ ڏني هيم. هن دفعي مُنديون ۽ جواهر اڳي کان، پاڻ وڌيڪ سهڻا.

مارٿا: ماڻهي کي جيئن خبر نه پوي. جي پيس خبر ته سڌي ويندي پائي وٽ.

مارگريٽ: ڏس ته سهڻي، ڏس ته سهڻي.

مارٿا: سياڳي نينگر.

مارگريٽ: هڪڙو ته مَٽيو ڏس ڪهڙو آهي! چرچ مر يا ٻئي هنڌ ڪيئن پائيو؟

مارٿا: هتي اچي پائج، ڪوبه ڏسندو ڪونه. اجهو هن آرسيءَ وٽ ڪلاڪن پنيان ڪلاڪ ويني هجج، پيئي مٽيا پائي ڏسج، آءٌ به ڏسنديس. ٻئي خوشي ماڻينديون سين. موقعي تي، جيئن ناچ يا مجلس جو ڏينهن ٿيندو، تيئن هڪڙو هڪڙو ڪري پيئي پائج. ڪڏهن ڪنڻي، ڪڏهن دُرپوءِ ڪا نه ڪا ڳالهه ناهي پيئي ٻُڌائج.

مارگريٽ: ٻه دفعا جو هي دٻليون آيون آهن، ڇٽبو ته ڪجهه مڙيوئي ڳالهه مر آهي.

(ڪڙڪو ٿو ٿئي.)

ڀڳوان! امڙ! مون کي ته ڏسي وٺندي.

ميفسٽو: (اندر گهڙي ٿو اچي) آءٌ بنا موڪلائڻ جي هليو آيو آهيان. معاف ڪجو.

(مارگريٽ اڳيان ادب سان هٽي ٿو.)

آءٌ آيو آهيان، مارٿا مائيءَ کي ڏسڻ. چيائون هيءَ جاءِ اٿس. برابر؟

مارٿا: سائين آءٌ آهيان. حڪم؟

ميفسٽو: چڱو، فرصت جي وقت ايندس. اوهان وٽ ڪو وڏو مهمان آهي. آءٌ ٽن ڪلاڪن ۾ وري ايندس.

مارٿا: (مارگريٽ کي) ٻُڌيءَ، سڪر سمجهو ته تون وڏي خانداني عورت آهين. مون کي ته ڪِل ٿي اچي.

مارگريٽ: آءٌ هن سڪر جي گهٽي شڪر گذار آهيان. هي مٽيا به منهنجا ڪين آهن.

ميفسٽو: مون ته رڳو مٽين کي ڏسي ڪين چيو، توهان جي وڏائي ته شڪل ۾ ۽ هلت چلت ۾ آهي. منهنجو ته نصيب چڱو جو هتي آيس.

مارٿا: ڪيئن آيؤ، تنهن ٻڌڻ لاءِ ته آءٌ ماندي آهيان.

ميفسٽو: چڱو ٿئي ها، جي ڪا خوش خبري ڪٽي اچان ها، پر مون کي ڏوهه نه ڏجو، جي منهنجي خبر دکدائڪ ثابت ٿئي. توهان جو مڙس وفات ڪري ويو ۽ مون کي پريم جو پيغام ڏنائين.

مارٿا: مري ويو! منهنجو وفادار ساٿي مري ويو! منهنجو مڙس- مان چو نه ٿي مُيس.

مارگريٽ: منهنجي ساهيڙي، من کي آٿت ڏي، ايترو ڏُک ڪرڻ نه جڳائي.

ميفسٽو: ٻڌو ڏک جي ڳالهه.

مارگريٽ: مون کي ته محبت جو خيال ڪندي پؤ پيو ٿئي. مون لاءِ ته ههڙو وڇوڙو ڀڪ موت جو ڪارڻ ٿي پوي.

ميفسٽو: غمي اچي ٿي خوشيءَ پنيان- خوشي اچي ٿي غميءَ پنيان.

مارٿا: ٻڌايو ته ڪو آٿت اچي.

ميفسٽو: پڊوئا جي شهر ۾ سينٽ انٿونيءَ جي چرچ ۾ مذهبي سنسڪار ڪري هن کي پوري ڇڏيائون. هاڻي هڪ ٺرتيءَ هيٺ، ٿڌي بستري تي گهريءَ ننڊ ۾ آهي.

مارٿا: ٻيو ڪجهه وڌيڪ؟

ميفسٽو: ٻچاڙيءَ جي وصيعت ڪئي اٿس. توهان کي چيو آهيس، ته مون لاءِ ٽي سؤ ارداسون (1) پارائجو ۽ هن جو ٻيون خيال مذهب ۾ هو، اهو آهي سمورو سنيهو، جو مون کي ڏنائين.

مارٿا: ڇا هڪ سِڪو به نه، نڪا ڪا نيشاني، جا پڳل دل تي ڪو ٺارُ وجهي.

ڪهڙو به پينگيو مزور به نشاني پنهنجي پيار جي جيڪر ضرور ڇڏي وجي.

ميفسٽو: مائي صاحب، مون کي هن جي آنڌ تي افسوس آهي؛ ڇو ته توهان جي محبت جي قيمت ڪانه ڪيائين، پر اها اوهان جي ڀل آهي جو پانيو نتا ته ناٽو لُٽي ڇڏيو هيائين. مرڻ مهل پنهنجي ڪيئي تي سوچ ڪيائين. ٻچاڙيءَ ۾ پاڻ جو پڇتاءُ ڪيائين، ۽ پنهنجي نياڳ تي افسوس ڪاڏائين.

مارگريٽ: ويچارا دکي مڙس! آءٌ ته هنن لاءِ روئان ٿي! آءٌ ته هن لاءِ ارداس پارائيندس.

ميفسٽو: مِنو بار! ڪهڙي نه نرم دل! مون کي وٽي هھڙي نينگر. تون ته لاڏن ڪوڏن جي لائق آهين، تون ته پرڻائڻ جهڙي آهين.

مارگريٽ: پرڻجڻ وڏو وقت پيچي.

ميفسٽو: تولاءِ ته سَوين سَڏون ڪندا؛ گهوٽ به وقت سر ايندو. اهو ڪم آءٌ ڪرائيندس. جي پورو پورو وهائو نه، ته باقي وچوتي، سهٽي ريت پري ڇڏيندا سين.

مارگريٽ: هن ديس جو اهو رواج ڪين آهي.

ميفسٽو: رواج يا نه رواج، آهي ائين.

مارٿا: ها، پوءِ ڳالهه ڪريو.

ميفسٽو: آءٌ سندس پاسي ۾ هوس؛ ڪوڙهيا ڪک هئا، جن تي پيل هو، ۽ اُتي ئي مئو. ڪرفتيءَ کان گهٽ غليظ نه هو. بانس ڪراهت جهڙي، هٿ

---

(1) اِرداسون: نذرانا، پيٽائون. (عيسائي مذهب موجب)

نہ لائي سگھجي. پڇاڙيءَ تائين ڪرستان هو. قرض چڏي ويو. وچي ڏٿيءَ سان ليڪا لاتائين. ڳُتي وارن جو بہ ڪجھہ رهجي ويس. چيائين: افسوس، مون پنهنجي زال سان چڱي هلت ڪانہ ڪئي. معافي مليم تہ سانت ۾ مران.

مارٿا: ويچارو! مون تہ گھڻو اڳي معاف ڪيومانس.

ميفسٽو: چيائين، ”پر ڏوھہ سندس هو.“

مارٿا: ڇا! موت جي ٻُنيي وٽ بيهي ائين چيائين؟ ههڙو ڪوڙ؟ توکي چيائين تہ مان بُري ٿيس؟

ميفسٽو: ها ائين چيائين، پر سچ نڪري ٻاهر ٿيو آهي ۽ گمان ڪونہ رهيو آهي. ڪوڙ ڳالهايائين، سو تہ تنهنجي مُنهن ۾ ۾ نهارڻ سان پڌرو آهي! پڇاڙيءَ ۾ اهو وعظ ڪندو ويو: ””پورهيا ڪيم، پهرين تہ سندس ٻارپاليم؛ پورهيو نصيب هوم، مگر آرام رتي بہ نہ.“

مارٿا: ڇا، پڇاڙي تائين ڳلائون؟ پريت، ايمان ۽ سچ، سڀ وسارجي ويا. رات ڏينهن جا محبت ونديسين، سا بہ سموري وسري ويئي.

ميفسٽو: ائين نہ. وڏيءَ سڪ سان توهان کي ياد ڪيائين. چيائين: آءٌ جيئن ٿي جهاز ۾ مالٽا کان موٽيس، تيئن مون ڏٿيءَ کي ٻاڏايو. منهنجي دل پرجي آئي، مون کي زال ۽ ٻارن جي اڇي يادگيري پيئي. انهيءَ ڏينهن ڪرتار اسان جي دعا ورنائي. انهيءَ ڏينهن.اسان کي چڱو ڏاڙو هٿ لڳو. هڪ ترڪيءَ جو جهاز، جنهن ۾ مال ججهو هو، جو سلطان لاءِ ٿي سامان کڻي ويو، سو ور چڙهي ويو. لڙائي بہ سخت هلي، پر اسان جي بهادريءَ هٽي هنڌ ڪيو ۽ ڦل بہ اسان کي پلو مليو. جڏهن حصا ورهايا ويا، تڏهن مون کي پنهنجو حق جُڙيو.

مارٿا: ڇا؟ خزانو؟ ڪٿي پوريائين ڇا؟

ميفسٽو: اها خبر خاوند کي تہ چئن هوائن، خزاني کي ڪٿي اُڏايو؟ پوريائين؟ نہ، اهڙي ڪميٺائي منجهس ڪانہ هئي، اها ڳالھہ هن جي موت مان ثابت هئي، هن جي سخي دل هن کي اهڙو ڪم ڪرڻ ڪين ڏنو.

هڪ ڏينهن هن پئي هڪ وڏي شهر ۾ ڦيربون پاتيون. ڪنهن وقت، هڪ رنگدار عورت هن جي اڪيليءَ آتما تي مَهر جي نظر وڌي ۽ هُن کي هِن

جي هلڪڙائيءَ جي پروڙ پئجي ويئي، تنهن ويهي دل ناريس، پوءِ ته مٿس غالب پئجي ويئي. ناچ جي اهڙي موڄ وناياڻينس جو پاڻ نقد سوڊو پورو ٿي ويو. محبت جون نشانيون به پنهنجي عاشق کي اهڙي قسم جون ڏيئي ڇڏيائين، جو جيسين تُنهنجي مسڪين سنت موڪلايو تيسين انهن جي سَٽ سَهٽي پيس.

مارٿا: بدمعاش هن ريت ٿي پنهنجي زال ۽ ٻارن جي سارُ لڌي! اسين ٻڪن جا چڪُ پيا کائون، تن جو به خيال ڪين ڪيائين ۽ اهڙي ڪم کان پاڻ کي باز ڪين رکيائين.

ميفسٽو: ضرور خيال رکڻ ڪپندو هوس. پوڄنا به تڏهن پوڄيائين. پر هاڻ انهيءَ مان نه ڪين ورندو. آءٌ جي تنهنجي حالت ۾ هجان، ته آءٌ عذر جي وڳن ۾ به چوکي اک ڦيرائيندو رهان، ۽ 12 مهينا پورا ٿين تنهن کان اڳ ۾ وري وهانوَ ڪري ڇڏيان.

مارٿا: هن ساري جهان ۾ مون کي پنهنجي مرد جهڙو بيو ڪهڙو مرد ملندو؟ هن جهڙو مهربان ۽ پيار وارو بيو ڪٿي؟ منجهس عيب رڳو اهو هو، جو گهر ڇڏي پيو رُلندو هو. مونکي سندس جڏهن ٿي يادگيري پوي، تڏهن منهنجون اکيون ڳوڙهن منجهه ٿيون ترن. ڪهڙو نه لائق هو، ڪاٻه برائي هن ۾ ڪين هئي. رڳو ولايتي شراب ۽ زالن سان سا سنگت هيس ۽ بيو ڊاري سان دل هوندي هيس.

ميفسٽو: هو به تو وانگر اهڙو سخي دل هجي ها، ته اوهان جا جهيڙا لهي وڃن ها. اهڙي جي تنهنجي طبيعت آهي، ۽ مون کي به جي ڪن نپڙين ڳالهين ۾ چوٽ واڳ ڏيڻ ۾ آرهي نه ٿين، ته جيڪر تنهنجي منڊيءَ سان پنهنجي مُنڊي بدلائڻ لاءِ منهنجو مَنُ هِرڪي وڃي.

مارٿا: توهين لائق پريا آهيو، پڪ آهي ته اوهين چرچو ٽا ڪريو.

ميفسٽو: (پاسي کان) ڇڱو آهي ته کسڪي وڃان، هن ڪُراڙي هچا جو مغز هيءَ شادي جي رٽ ٻڌي، اڳيئي ڦري ويو آهي. پاڻي ٿي ته هڪدم پلؤ ٻڌي ڇڏيانس. منهنجي لاءِ سلامتي انهيءَ ۾ آهي ته پجي ڇُٽان. پِٽ پويس! هي ته شيطان کي به سندس ٻول تي ٻڌي رکڻ واري آهي.

(مارگريٽ کي)
تُنهنجي دلڙي ڇا ٿي چوي.
مارگريٽ: امير سائين، ڇا ٿا چون؟
ميفسٽو: (جڻ پاڻ سان ٿو ڳالهائي) - ويچارو منو ابوجهه ٻار! (ڪلئي آواز) مائي صاحبه، هاڻ الوداع.
مارگريٽ: الوداع!
مارٿا: سائين! سائين! باقي هڪڙي ڳالهه، پوءِ موڪلايو. مونکي شاهد کپي، جو ثابت ڪري ته هو مري ويو ۽ دفن ڪيو ويو؛ ڪيئن، ڪڏهن ۽ ڪٿي، باقاعدي ثابتي کپي جا دفتر تي آڻڻ اوهين ضروري سمجهندا هوندا. چڱو ٿئي جي هن هفتي ئي اخبارن ۾ به خبر پئجي وڃي.
ميفسٽو: "ٻن شاهدن جي مک مان ڳالهه ثابت." خوش نصيب، هن وقت شهر ۾ هڪڙو شخص آهي، جو به انهي حقيقت بابت اظهار ڏيئي سگهندو. هو نهايت لائق ۽ وڏو ماڻهو آهي، هو ضروري شاهدي ڏيئي سگهندو. آءٌ سانجهي جو هتي وٺي ايندوسانس.
مارٿا: دير نه ڪجو.
ميفسٽو: هيءَ جوانڙي هتي هوندي؟ هيءَ ڪيس ڏاڍو وڻندي؛ نه نه آءٌ خوشامد ڪين ٿو ڪريان، واهه جو جوان آهي، دنيا جو سڀڙ به خوب ڪيو آهيس. زالون هن تي موهت آهن، هو زالن تي موهت آهي ۽ ڇا هن ۾ فضيلت آهي!
مارگريٽ: مون کي ته ڊپُ ٿو لڳي، آءٌ ته مُنجهي پونديس. مان ته لڄ ۾ ئي مري ويندس.
ميفسٽو: ههڙي لڄاري نينگر، ته شهزادن جي لائق آهي.
مارٿا: گهر جي پٺيان باغ ۾ اوهان کي ويٺيون نهاربنديون سين، تيسين الوداع.

# گھڻي

(فائوسٽ ۽ ميفسٽوفلس)

فائوسٽ: ڪيئن ٿو ڀانئين؟ سڀ موڄ آهي نه؟

ميفسٽو: واهه واهه، منهنجا دوست، تنهنجي خوش دليءَ جو خمار ڏسي، مون کي فرحت پيئي اچي. بس هاڻي هوءَ تنهنجي ٿي ڪي ٿي: اڄ سانجهيءَ جو مارٿا جي گهر گڏباسين. مون به زالون گهڻيون ڏٺيون، پر هن جهڙي ڦڪڙ مون ڪانه ڏٺي. هيءَ ڏوتي مارگريٽ کي ڊاڪٽر صاحب جي ڪم واسطي ناهي نيڪ ڪندي.

فائوسٽ: اڃا ته رڳو انجام آهن.

ميفسٽو: پر ڪجهه نه بدلي ۾ اسان کي به ڪرڻو آهي.

فائوسٽ: اهو واجبي. چوندا آهن ڀلائي ڪر ته ڀلو ٿئي.

ميفسٽو: اسان کي اظهار هلي پوري نموني ۾ ڏيڻو آهي ته سندس مڙس جو جنازو باادب پدوئا جي شهر ۾ دفن ڪيو ويو آهي، ۽ هو پاڪ زمين ۾ آرامي آهي.

فائوسٽ: اهو وري ڇا؟ هي ڪهڙو گورک ڌنڌو!

ميفسٽو: اسان کي رڳو قسم کڻڻو آهي؛ انهيءَ ۾ ڪهڙي تڪليف آهي.

فائوسٽ: اها تنهنجي رٿ آهي؟ جي انهيءَ کان ڪا بهتر رٿ ڪانه اٿئي، ته پوءِ هي قصو ئي نهيو.

ميفسٽو: ٻلي پاڪ انسان! هاڻي اِتي اچي اوهين ٻينا آهيو. ڊاڪٽر صاحب. اهو آهي اوهان جو ضمير؟ هي اوهان جي حياتيءَ ۾ تڏهن پهريون دفعو آهي جو اوهين ڪوڙي گواهي ٿا ڏيو؟ توهان، خدا، دنيا، انسان ۽ انسان جي غيبي سُياوَ، سندس دماغي ۽ اخلاقي طاقتن جي باري ۾ پئي تقريرون ڏنيون آهن؛ اوهان اُنهن جون ويهي حدون نهرايون آهن. اُن مهل ته اوهان جي

ـرڙ تي ڪو بہ گهنج ڪونہ هوندو آهي، نڪو دل ۾ ڪو ڦڙ هوندو اٿوَ! جي
ـچار هجو، تہ ضمير جيڪر ضرور چويوَ- چوي ٿو نہ- توکي انهن ڳالهين
ـي اينري ئي چاڻ آهي، جيتري مارٽا جي مڙس جي مرڻ جي. وڌيڪ نہ.

فائوسٽ: شيطان، تون آهين، هُئين، ۽ هوندين، هميشه ڪوڙو ۽ مڪريلو.

ميفسٽو: هائو، تون برابر فيلسوف آهين، ٿورو اونهو تہ وڃ. بہ ڏينهن
ـڪين گذرندا، تنهن کان اڳ، هن ويچاريءَ بار جو مَنُ موهڻ لاءِ، وڏا قسم
ـٽندين؛ پوءِ هي تنهنجو مڪر تہ ماٺ ۾ هوندو. ڪيئن نہ پيو چوندينس،
ـنهنجو جيءُ جان تنهنجي عشق ۾ آهي، منهنجو پيار توتي سدائين لاءِ آهي.

فائوسٽ: هائو اهو قسم سچو آهي.

ميفسٽو: جيئن ڪو پيو- ۽ پوءِ ايمان ۽ عشق جون ڳالهيون هلنديون،
، تنهنجي سِڪ اُمت آهي، اَجهل آهي، رڳو سندس لاءِ ئي آهي. تون پانئين ٿو
، اها زبان، تنهنجي دل تي چوي تہ سچي آهي؟

فائوسٽ: ماٺ، ابليس! هائو ائين. مون ۾ جو جذبو آهي- پل ديوانگي
ـڪونيس- تنهن جو نالو پيو ڳوليان، پر لفظ اجا ليپم ڪونہ ٿو. تمثيلون
ـولي تڪو آهيان، سڀ اڻ پوريون آهن. لفظن ۾ ڳالهيون ڪبيون آهن زماني
ـون، پر هي ٻرندڙ جذبو بيحد آهي، اَمر آهي، لازوال آهي. ڇا تون چوندين تہ
ـن قسم جي زبان شيطاني ڪوڙ آهي؟

ميفسٽو: هائو، آءٌ صحيح آهيان.

فائوسٽ: ٻُڌ، هي ڳالهہ ڳنڍ ڪٽي ٻَڌ: آءٌ ڦڦڙن تي وڌيڪ پزور ڪونہ
ـجهندس، وڌيڪ دليل ڪين هلائيندس؛ پر جيئن مون چيو، هيءَ ڳالهہ ڳنڍ
ـٽي ٻڌ، تہ انسان ڪهڙو بہ ڪٽي طرف يا مضمون ڪٽي، تہ بہ جي زبان اٿس، تہ
ـءِ دليلن جي ڪيس ڪمي ڪانہ رهندي. هينئر آءٌ ڳالهائڻ کان ڪڪ آهيان.
ـڳو پلا تون صحيح آهين، آءٌ لاچار آهيان.

# باغ

(مارگريت: فائوسٽ جي ٻانهنُ تي آهي. مارٿا، ميفسٽوفلس سان آهي. ٻئي جوڙا جدا جدا محبت پيا ونڊين، پيا چڪر ڏين.)

مارگريت: اوهين تہ منهنجي سادي سپاوَ سان ٺٺا راند ڪريو، مون کي تہ لڄ پيئي اچي. مون کي خبر آهي تہ منهنجي گفتار ۾ ڪابہ ڇڪ ڪانہ آهي، جو ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪو هڪ پل وندرائي سگهي، خاص ڪري ان کي جنهن هيڏي دنيا ڏٺي آهي.

فائوسٽ: تنهنجي اک جي هڪ نِهار، تنهنجي زبان مان هڪ اکر، تنهنجو هڪ هڪ لفظ آءٌ دنيا جي سيني ڏاهن جي ڏاهپ کان وڌيڪ ٿو ڀانيان.

(سندس هٿ ٿو چُمي)

مارگريت: توهان کي اهو خيال آيو ڪيئن؟ ڪيئن اوهين منهنجو هٿ چمي سگهيا؟ منهنجو کهَرو هٿ، هر روز جي پورهئي ۾ خراب ٿيل: منهنجي ماءُ جون عادتون تنگ، مون لاءِ پورهيو بلڪ سخت پورهيو.

(لنگهي ٿا وڃن.)

مارٿا: اوهين هميشه هيئن پيا مسافري ڪريو؟

ميفسٽو: افسوس! ڌنڌي ۽ فرض ادائگيءَ جي ڪري لاچار آهيان ڪيترين جڳهين تي، وڇوڙي جا سُور سَهڻا پون ٿا.

مارٿا: جوانيءَ جي موهہ ۾ هيءَ رولڙو ۽ گهومر وٺندڙ ٿئي ٿي، جو سنگتي مست ٿا ٿين. ۽ دل چُنل ٿي رهي. پر جلد ئي ٻڍاپو ۽ ڏک ٿا اچن پڇاڙيءَ جا سال ڏاڍا ڏکيا ٿا لنگهن ۽ قبر ڏي بنا تسلي جي ٿو وڃڻو پوي، اُ مظلوم جيان، جو قيد مان نڪري ڦاسيءَ ڏي ٿو وڃي. هي ڳالهہ بدن توڙ روح ٻنهي لاءِ چڱي نہ آهي.

ميفسٽو: ھھڙي دل ڏڪائيندڙ آئندي جون ڳالھيون ٻڌي آءٌ تہ ڏڪي ٿو وڃان.
مارٿا: سياڻو ٿي ءُ- سويل ئي، ٻلو ڪري ڇڏ.
(لنگھي ٿا وڃن.)

مارگريٽ: ھائو- نظر کان پري، دل کان پري. اوھان اھڙا علم وارا ڄاڻو ٿي، ھڪ مون جھڙي غريب، گھٽ پڙھيل، اڻ سُڌريل نينگر سان ڳالھايو، سا اوھان جي مھرباني ڇئبي.

فائوسٽ: اعتبار ڪر، پياري، منھنجي پياري، تہ دنيا جنھن کي علم ٿي ڪوٺي، سو اڪثري فقط ناٽُ آھي، ھَٺ جي چمڪ آھي، جنھن ۾ دل جو جذبو ذرو بہ نہ آھي.

مارگريٽ: ڪيئن؟

فائوسٽ: اڙي! دل جي سڪ، بنا ڏيک ۽ ويک واري، اھا شيءِ اَملھ آھي. اھا ڌڻي جي پَوتر آسيس آھي. ۽ وري اھڙي گُڻ ھوندي بہ ڪو بہ ھٺُ نہ ڌارڻ! اُھا حليمائي ۽ نرمائي، قدرت اُنھن کي ٿي بخشي، جن تي سندس قرب آھي. جنھن ٻار تي سڀ کان وڌيڪ پيارُ اٿس، تنھن تي سندس بخشش بہ اَجھل آھي.

مارگريٽ: وڃڻ کان پوءِ ڪو پل پيا ڪڏھن ڪڏھن منھنجي يادگيري ڪجو. اوھان کي تہ ياد ڪرڻ جو مون کي گھڻو ئي وقت ملندو.

فائوسٽ: تڏھن تنھنجو وقت گھڻو اڪيلو ٿو لنگھي؟

مارگريٽ: ھائو. گھر جا ڪم ۽ ڳڻتيون. ڪا نوڪرياڻي بہ ڪانہ آھي. آءٌ رڌيان، مڙھيان، سِبان، ڪپڙا ڌوئان ۽ سُڪايان، ڏُڪ ڊوڙ ڪريان. پرھہ کان اڳ ۾ اُٿان، ۽ رات جو دير سان سمھان. ۽ ٻيو وري منھنجيءَ ماءُ جي طبيعت اھڙي آھي- رڳي پچ پچ. ھٿ بہ بلڪل سوس اٿس. ذري ذري ڳالھہ جي ڳڻتي، ۽ خبرداري. ائين بہ ڪين آھي، تہ اھڙا غريب آھيون جو ٻين جھڙو نہ رھي سگھون. منھنجو پيءُ ملڪيت ڪا لائي ڪانہ ڇڏي ويو. گھر آھي، باغ آھي جنھن مان چڱو اُپراسو آھي. ٻنيون بہ ويجھيون آھن. ھاڻي مون لاءِ بہ سانت آھي، چڱي پيئي گذري. منھنجو ڀاءُ لشڪر ۾، ٻاھر آھي. ننڍڙي

پيڻ مري ويم. منهنجي پياري پينڙي. پورهيو سو هوندو هوم، پر ڏهوڻ
پورهيو جيڪر پياريءَ لاءِ قبول ڪريان.

فائوسٽ: تو جهڙي سُندر هئي!

مارگريٽ: ڄائي ڪان مون نپايومانس. مون ۾ موهه هوس. ويچاري
ڄائي سُورن ۾. بابا سندس ڄائي ڪان اڳ گذر ڪري ويو. امڙ بيماريءَ ۾ نبل
ٿي ويئي. اسان پانيو تہ ڪين بچندي. آهستي آهستي چڙهي، پر ڏاڍي ڏبري
سا ڪيئن بار نپائي؛ سو مون ويهي پاليومانس؛ کيرَ پاڻي تي رهايوسونس
مان تہ هن کي پنهنجو سمجهڻ لڳيس. منهنجي ٻانهن تي، منهنجي ڇاتي
تي پيئي رانديون ڪندي هئي، ۽ چنبڙندي هئي.

فائوسٽ: اهڙي پوتر خوشي!

مارگريٽ: تنگ بہ ڏاڍو ٿيندي هيس. پينگهو هوندو هوس منهنجي
بستري لڳ، اڌ رات ڌاري پيئي جاڳندي هيس، پوءِ آءٌ ويٺي پرچائيندي هيس
پنهنجي هنڌ ۾ ڪڏهن سمهاريندي هيس. پر جي ماٺ نہ ڪندي هئي، تہ کڻي
گهمائيندي هيس. لوليون ڏيندي هيس تہ ماٺ ڪري. ڏينهن ٿيو تہ پورهيو
شروع، صبوح کان اڳ ڌانوَ مَليان، مارڪيٽ ۾ وڃان، ٻاهر ٻاريان؛ هڪڙو
ڏينهن ٿڪُ، تہ ٻئي ڏينهن بہ ساڳيو؛ وقتي ڪڪ ۽ مايوس ٿي پوندي هيس
پر انهيءَ ۾ آءٌ غلط هيس، ڇو تہ غريب جي ڪاڏي کي سندس پورهيو ٿو مزو
ڏئي، ۽ سندس بستري کي آرامي پورهيو ٿو ڪري.

(لنگهي وڃن ٿا.)

مارٿا: وري بہ ڏک اسان زالن کي ئي ٿو سهڻو پوي. اهڙي پليت ما
ڇا ورندو؟

ميفسٽو: تہ بہ مون کي زال ذات جي هنر ۾ پُورو ويساهہ آهي، مثلاً مو
کي تہ تون جيئن چاهين تيئن بنائي ٿي سگهين.

مارٿا: پر مون کي کُليو ٻڌايو. هن کان اڳي توهان کي ڪا بہ پياري ڪا
ملي؟ اجا شاديءَ جو ويچار ڪڏهن ڪونہ ڪيو اٿوَ؟

ميفسٽو: واهہ شادي آبادي. ٻهاڪن ۾ ائين چيل آهي: زال چڱي آ

هيرن ۽ جواهرن ڪان پلي.

مارٿا: پر اهڙي خاص پياري ڪانہ سُجهيوَ، جنهن جو نالو ڪٽي ٻَنهو.

ميفسٽو: سڀ فضيلت پريون، سڀ هنڌ ساڳيون.

مارٿا: ڪنهن ڪي شاديءَ لاءِ چيو بہ ڪونہ اٿوَ؟

ميفسٽو: تون پانئين ٿي تہ آءٌ ويهي زالن سان چرچا ڪندس.

مارٿا: توهين وري بہ مون کي نٿا سمجهو.

ميفسٽو: افسوس آهي، مان ڪهڙو نہ موڳو آهيان. پر هڪ ڳالهہ تہ مون اڳيان صفا آهي، تون مون تي بلڪل مهربان آهين.

(لنگهي وڃن ٿا.)

فائوسٽ: منهنجي ديوي، سو تو مون کي سڃاتو؟ جنهن پل ۾ آءٌ باغ منجهہ آيس، تنهن دمُ تو مونکي سڃاتو.

مارگريٽ: ڏٺوَ ڪين؟ مون اکيون ڪٽي هيٺ ڪيون.

فائوسٽ: تون چرچ مان ٻاهر نڪري گهر ٿي موٽئينءَ، تنهن وقت مون جا توسان گستاخي ڪئي تنهن جي معافي- تنهن جي معافي ٿي ڏين نہ؟

مارگريٽ: مون کي ڏاڍو عجب لڳو. آءٌ مُنجهي ويس ۽ ائيس ڏڪيس جيئن ڪو ڏوهي ڏڪي. پاڻ کي چيم: ههڙو خيال هن جي مٿي ۾ اچي ڪيئن سگهيو؟ هو توکي ڇا سمجهندو هوندو؟ تنهنجي هلت ۾ ڪا وڏ هوندي، جنهن مان هن سڪر پانيو تہ هن ڇوڪريءَ سان ڇُراند ڪري سگهبي؟ پر تڏهن بہ مون کي ضرور قبول ڪرڻو آهي تہ مون تنهن مهل ڪين صحيح ڪيو تہ ڪيئن نہ منهنجي دل ٿي توکي گهُريو: نڪي مون کي اهو شڪ پيو تہ منهنجو جو پاڻ تي غصو هو تنهن سبب جهڙو غصو ڪرڻ کپندو هوم، تهڙو ڪين ڪري سگهيس.

فائوسٽ: مٺي پياري!

مارگريٽ: هڪ پل ترس.

(هڪ موتيو گل چني ٿي گل جا پن هڪ ٻئي پنيان پٽي.)

فائوسٽ: هي موتيو ڇو ٿي چِنين؟ گُلن جو غنچو کپيئي؟

مارگريت: نہ. مونکي اچي خيال پيو.

فائوست: تنهن جو مطلب؟

مارگريت: مون تي کِلندا.

(وچي تي پن پٽيندي ۽ پُٽ پُٽ ڪندي.)

فائوست: ڇا تي پُٽ پُٽ ڪرين؟

مارگريت: (اڌ ڏاڍيان) مون کي پائنئي ٿو- مون کي نٿو پائنئي.

فائوست: منهنجي ديوي!

مارگريت: مون کي پائنئي ٿو- نہ - هو مون کي پائنئي ٿو- نہ.

(پويون پَنُ خوشيءَ مان ٽي ڇِني.)

هو مون کي پائنئي ٿو.

فائوست: هائو منهنجا پار، هن گُل جي ٻوليءَ کي تو ديوَ واڻي تي سمجهين- ”هو توکي پائنئي ٿو.) سمجهين ٿي تہ اُن جي سموري معنيٰ ڇا تہ ”هو توکي پائنئي ٿو؟“

(ٻئي هٿ ٿو جهليس.)

مارگريت: آءٌ سجي پيئي ڏڪان.

فائوست: ڏڪُ نہ! هي هٿ ۽ هيءَ نهار، توکي اُها ڳالهڙي ٽا ٻڌائين، جا ٻڌائڻ جي زبان کي سگهہ نہ آهي. هن کان پوءِ اسان جي سموري هستي هڪ ٻئي ۾ خوشيءَ جي موّج ۾ سمائجي وڃي: سدا بهار، سدا بهار.

(مارگريت هن جا هٿ پيڙي، پاڻ ڇڏائي پڇي تي وڃي. هڪ پل خيال ۾ ٻيهي سندس پنيان ٿو وڃي.)

مارٿا: رات ٻہ اچي ٿي آهي.

ميفسٽو: هاڻي وڃڻ کپي!

مارٿا: مان تہ جيڪر اوهان کي نبند ڏيئي وڌيڪ رهائي ڇڏيان، پر پاڙو آهي ڳلاخور. هنن ماڻهن کي ٻيو ڪم ئي ڪونہ ٿو پائنجي، رڳو پيا در جاچين، ڪير آيو. ڪير ويو. ڇا ٻہ ڪريو، ضرور ڳلا ڪندا. پر هو اسان جو جوان جوڙو- توهان کين ڏٺو؟

ميفسٽو: خوش دل پوڙهو اُڏامي ويا- مٺيرو پري لنگهي ويا.
مارٿا: ياڻيجي ٿو تہ هو جهڳجي پيو.
ميفسٽو: ۽ پڻ هوءَ. اهو آهي دنيا جو ڏنڌو.

## منظر ٣

(مارگريٽ اندر ٿي ڊوڙي: در جي پنيان بيهي؛ آڱر ٿي پنهنجي چپن تي رکي ۽ چير مان ٿي نهاري.
مارگريٽ: اچيَ ٿو.
فائوسٽ: نخربلڻ! مون کي ٿي چيڙين؟ هاڻي پڪڙبو اٿماڻ.
(چُميس ٿو.)
(مارگريٽ ياکر ٿي پائيس ۽ چُمي ٿي ڏئيس.): پيارا، دلبر، ساري دل سان ٿي توکي پيار ڪريان.
(ميفسٽو فلس ٿو دڙ کڙڪائي.)
فائوسٽ: (پٽ تي پير هڻي) ڪير آهي؟
ميفسٽو: دوست.
فائوسٽ: حيوان.
ميفسٽو: وقت چڙهي آيو آهي.
مارٿا: (اچي ٿي) دير ٿي ويئي آهي، سائين-
فائوسٽ: گهر تائين تہ ڇڏي اچان؟
مارگريٽ: منهنجا منڙا... الوداع.
فائوسٽ: آءٌ تڏهن هليو وڃان؟ الوداع.
مارٿا: الوداع!
وري گڏباسين جلد.
(فائوسٽ ۽ ميفسٽو هليا ٿا وڃن.)
مارگريٽ: ههڙي ماڻهو کي ڪيتريون نہ خبرون آهن: مون تہ رڳو پئي چيو "هائو"؛ مان تہ ذري ذري تي مُنجهي ٿي ويس. پر هن منهنجي هرڪا گهٽتائي پئي ڍڪي. ڇا آهي، جنهن ڪيس مون تي موهيو آهي.

# ٻيلو ۽ غفا

فائوسٽ: (اڪيلو) هائو، اي اعليٰ روح، تو سڀ ڪجهہ مون کي ڏنو،
جيڪي بہ مون گهُريو. تو پنهنجو اگني روپ مون ڏي اجايو ڪين ورايو.
پنهنجو تيجوان درشن ڪرايو اٿئي. مون تي پريم جي نظر ڪئي اٿئي. شاندار
جڳتہ تي مون کي راڄ ڏنو اٿئي – پُرلطف ۽ سگهارو! ائين بہ نہ آهي تہ ڌاريي
وانگر ڪن پل مُنهن ڏيکاري، اچرج منجهہ ڇڏي وئين. نہ نہ تو مون کي قدرت
جي اونهيءَ ڇاتيءَ ۾ اڻين نهارڻ ڏنو، جيئن ڪنهن دوست جي ڳجهيءَ دل
۾ اندر نهارجي. تو مون کي پنهنجا اننت جيوَ ڏيکاريا، سڀ منهنجا ڀائر، ڇا
وڻن ۾، ڇا هوا ۾، ڇا درياهہ ۾. جڏهن ڪشادي ٻيلي ۾ طوفان گجي ٿو، رڙي
ٿو ۽ صنوبر جي شاهي وڻن کي پاڙون پٽي ٿو؛ شاخون جدا ڪري، ديوانگي
سان، جهلي، مٽي ڪٽي، زمين تي هٽي ٿو؛ جڏهن ٽڪري مان، گهگهيون
گجگوڙون، پڙاڏا موٽائين ٿيون؛ تڏهن، تون مون کي ڪنهن هيناهين غفا ۾
آڻيو گوشہ نشين ڪرائين ٿو، ۽ اُتي مون کي پنهنجا غيبي ڳجهہ ڏيکارين ٿو ۽
منهنجي دل جون اونهيون ڪرامتون ۽ اندر جو ڳجهو پردو کولين ٿو. جڏهن
منهنجي نيڻ اڳيان، پوتر چندرما مٽي جي مٿان اُتاهون پنڌ ڪري ٿو، جبلن
تان نرم جوت پکيڙي ٿو، تڏهين وڻن تي پيل پراچين سمن جا هلڪا چمڪندڙ
پاڇا پنهنجي اڳيان پوندا ڏسان ٿو، جي منهنجي گنڀير ويچار جي ڪَنن
خوشيءَ کي جهَڪو ڪن ٿا. افسوس! بلڪ هينئر بہ مون کي اڻين ٿو ڀاسي،
تہ انساني خوشي بلڪل اڻ پوري آهي. اُهو سُک جو مون کي ديوتائن جي
ويجهو ۽ ويجهو ٿو آڻي، سو تنهنجي ذات آهي؛ پر انهيءَ سان گڏ تو مون کي
ڏيئي ڇڏيو آهي، ٻُرو ساٿي، جو سدائين سنگَ آهي، جنهن کي آءٌ ڌِڪاريان
ٿو، پر ڪائنس آجو ٿي نٿو سگهان؛ جو سرد، ڏنگ هڻندڙ، ۽ پاپي آهي. هو اهڙا
ورُتو ورائي، جو آءٌ پنهنجي اڳيان پيو شرمندو ٿيان، ۽ پوءِ هڪڙي ڦوڪ سان

هي سڀ اُتم ڏاتون. ڪڻ پنگ ٿيو وڃن؛ اهڙي نہ جوش سان، تو منهنجي ڇاتيءَ ۾ نفساني خواهشن جو مچ مچائي. جو آءٌ. هن سهڻيءَ ۽ پياريءَ شڪل لاءِ ماندو ٿيو وڃان. ڪامنا مان لنگهي آءٌ ڀوڳ ۾ ٿو اچان، پر ڏٺن بہ ماندگي ڪين ٿي ڇڏي. بلڪ لُطف ۾ بہ نفساني خواهشن لاءِ ٿو آتو رهان.

(ميفسٽو فلس ٿو اندر اچي.)

ميفسٽو: وري وچي غفائن جي جيوت ڪي لڳين؟ سدائين لاءِ اهڙي حياتي ڪيئن گذاري سگهبي؟ آءُ آءُ. هل تہ هلي ڪا نئين شيءِ ڏسون.

فائوسٽ: چڱو ٿئي، تہ جڏهن آءٌ ماٺ ۾ هجان، تڏهن تون وچي ڪو ٻيو ڪم ڪرين، ۽ نہ تہ مون کي پيو آزارين.

ميفسٽو: چڱو! چڱو! جي گهُرين تہ آءٌ اتي ئي تنهنجي سُک ۾ توکي ڇڏي وڃان. وري ڪجهہ نہ چئج. تو جهڙو کهَرو، سوڙل ۽ سودائي سنگتي، سارو ڏينهن وَهائيم بہ پيو. وري وڏي سائين جي مُنهن مان اها بہ خبر ڪانہ پوي تہ ڪي بہ وڻيس ٿو يا نہ ٿو وڻيس.

فائوسٽ: اجهو اهو آهي هن جو نمونو. هميشه جو اهو حال اٿس. مون کي تہ ٿڪايو ماريو ڇڏي. وري ائين بہ پيو پائي تہ آءٌ سندس ٿورائتو ٿيان.

ميفسٽو: ڌرتيءَ جا ٻار! ڇا تون هيسين تائين، مون کان سواءِ پنهنجي حياتيءَ جو بوجو سهي سگهين ها. اهو آءٌ هوس، جنهن توکي اچي سُستيءَ ۽ گمان کان بچايو؛ مون توکي وڏي خبرداريءَ ۽ محنت سان بچايو. اڙي جي مان نہ هجان ها تہ تون جيڪر هينئر بہ ٻين لوڪن ۾ پيو اجايو گذارين ها! ڇو تون هن غفا ۾ چبري وانگر موڳو ٿي پيو گذارين! ڇو ڏيڏر جيان سينور کائي جيوت نڪمي وڃائين؟ هي توکي مني وندر ٿو پائي! واهہ هي رهڻ جو نمونو! مون کي ڊپ آهي تہ تو پنهنجو جهونو ڏنڌو ڪين وساريو آهي.

فائوسٽ: توکي جي سُڌ هجي، تہ هڙيءَ ايڪانت ۾ گذارڻ مان ڇا ٿو حاصل ٿئي، ۽ تون جي اها ڳالهہ سمجهي سگهين (البت شيطان آهين. سو تون جيڪر پوءِ بہ ساڳيو ئي رهين) تہ پائين ٿو تہ انهيءَ لاءِ اهڙي ڏڪار رکين يا اُن کي اهڙو زهر پائين! پوءِ بہ جيڪر منهنجو سُک ڏسي مون کي ڪين سهين...

ميفسٽو: واهہ سُک! هائو. مها سُک! ڪهڙي ڳالهہ ڪجي! رات جو

پوسل ۾ ۽ ٽڪرين ۾ پيو رهين، سوداءَ منجهہ زمين ۽ آسمان کي پاڪر وجهڻ. پاڻ کي ايڏو سڄائڻ جو پاڻ کي ديو ڀائڻ، پُوڪ ٿي زمين جي پيٽ ۾ گذارڻ، انتظاريءَ جي ڇهن ئي ڏينهن جو ڪم پنهنجي ڇاتيءَ ۾ ڏارڻ، ۽ پوءِ ڇيتنا جي موهہ ۾ خبر نہ آهي ڪهڙو سُک پوڳڻ، اڻ ڪٽ پيار جو ساگر جيءَ ۾ ائين سانڍڻ جو ڪنارا پڇي ساري وسُ کي پاڻ ۾ سمائي، تان جو جڳت ۽ ماٺوءَ جي پرڪرتي قبر ۾ وسري وڃن! ۽ پوءِ خبر نہ آهي ڪيئن اهڙي مها آنند جي ورتي ٽٽڻ بعد- ڪيئن ٿي ٿئي سا ڳالهہ آءٌ ڪين ڪندس.

فائوسٽ: حيف حيف اٿئي.

ميفسٽو: هائو! ”حيف حيف“ ڪرڻ تنهنجي سياءُ تي تہ ڪين ٿو پئي. ”حيف حيف“ – هي فضيلت جو لفظ تنهنجي وات ۾ تمام چڱو ٿو سونهين. ويچارا ڪَنَ آهن بند، سي ٻُڌن چو ٿا. تہ ويچاريءَ دل کي ڪهڙي لوڙ آهي. خير خير! جيڪي چيئي تنهن جي باري ۾ هڪ اکر ٻُڌ: مون کي اهو ڏک ڪين آهي، تہ تون يا ڪو بيو انسان ڪڏهن ڪڏهن پاڻ ٺڳڻ جي مؤج نہ ماڻي؛ افسوس آهي جو اها بقاءُ گهڻو نہ ٿي ڪري. تون اڳيئي پنهنجي رستي کان ٻاهر نڪري آيو آهين. ۽ وري بہ ذري گهٽ انهيءَ حالت ۾ آهين جنهن ۾ مون اڇي ڏنوماڻ. هاڻي جي سنڀال نہ ڪندين، تہ جلد ئي ديوانگي ۾ داخل ٿيندين. يا تہ سوداءَ حو تپ چڙهي ويندءِ يا مايوسيءَ جي هيبت ۾ وڪوڙجي ويندين. تنهنجي لاءِ ڀلو آهي تہ هيءُ نمونو ختم ڪر. اي بندا، تنهنجو معشوق! هُتي اندر آهي- توکي جڳائي تہ هلي آئت ڏينس! هوءَ ويچاري دُک ۾ آهي، غم جا ڪڪر چڙهي ويا اٿس. تون هن جي يادگيريءَ کان ڪڏهن بہ ٻاهر ڪين آهين؛ هن ويچاريءَ جو توني پريم پورو آهي، تو ۾ ئي مَنُ اٿس، هميشه تو ۾. جيئن جبل جي ڪسي برف ڳرڻ مهل پرجي ڪنارن کان ٻاهر نڪريو وڃي، تيئن تنهنجي نفساني خواهشن جي زوردار لهر، هن جي دل ۾ اوچتي چوهہ ۾ اندر لنگهي ويئي آهي. هاڻي تو ۾ تہ وَهڪُ وري سُڪي ويئي: آءٌ پانيان ٿو چڱو ٿيندو، تہ هن جهنگل ۾ خيال جي تخت تي راڄ ڪرڻ کان، تون وڃي هن جي دل کي ٺار، ۽ سندس پريم جو اُجورو ڏينس. هن لاءِ وقت نهايت دُک ڀريو ۽ ٿنبو ٿو لنگهي؛ هوءَ دريءَ وٽ بيهو رهي، شهر جي

جهوني ديوار مٿان لنگهندڙ ڪڪرن تي اکيون وجهيو پيئي پُڪاري: ”اڙي جي آءٌ بہ ڪو پکيئڙو هجان.“ اهو پيئي سُر آلاپي. سارو ڏينهن ۽ ڳوڙي رات جو اڌ! پل مس ڪا خوشي حاصل ٿي ٿئيس، باقي اڪثر غمگين آهي، رويو رويو پئي وقت ڪڍي: پوءِ پاڻيجي پيو تہ آرام ۾ آهي، پر خوشي يا غم، ورتي گهڙي بہ هجي، اهو سڀ آهي پيار- اونهو، نازڪ، گرم پيار.

فائوسٽ: نانگ- حرفت باز نانگ!

ميفسٽو: (پاسي کان) هائو، ۽ اُهو جو ڏنگ ُتو هڻي!

فائوسٽ: اپراڌي، نيچ، نڪر هتان! هن جو نالو نہ وٺ، منهنجي اڳيئي اڌ هراسيل حواسن کي ڇيڙي نفساني خواهشن سان نہ پرُ.

ميفسٽو: هي ڇا آهي؟- هوءَ پاڻئي ٿي تہ هي ڪيس ڇڏي ويو- تنهن ۾ صحيح آهي.

فائوسٽ: پري ٿي بلا.

ميفسٽو: تون پيو غش ۾ اُڦرڪين- آءٌ پيو کِلان: مار! توتي ڏاڍي اچي ڳري پيئي آهي! تنهنجي شڪل ۾ نهارڻ سان ائين پيو پاڻيجي تہ تون جڻ ڪو ڦاسيءَ ڏي ٿو وڃين. پر ڏس تہ سهي، مايوسي ڇڏ، ائين تہ آهي ئي ڪين: تون تہ پياري معشوق ڏانهن ٿو هلين.

فائوسٽ: هن جي پاڪر وقت، جنت جون خوشيون بہ ڪجهہ ڪين هيون. ڇا هن جي ڇاتيءَ سان لڳڻ ڪري، منهنجي هيءَ بي آرامي ڇُٽي ويندي، يا هن جي نابودي، جنهن جا مون کي پرون پيا پون، سو دُک لهي ويندم! آءٌ چنڊال ڪين آهيان؟ دوزخي، نِگهرو، جنهن جو پِنڪڻ بند ٿيڻو ئي ڪين آهي؟ آءٌ ڀوت آهيان. مون لاءِ آرام نہ آهي، نہ ڪا منزل آهي، نہ مراد آهي. آءٌ انهيءَ نهر جيان آهيان، جا مينهن جي پاڻيءَ سان سُڄي، ٽڪرن تان لهندي گجي ڪندي، نابودي جو پنڌ ڪري، ذوم منجهان، انڌي اڙواهہ مٿان اچيو ڪڙڪي؟ اهڙي ديواني نهر جي پر ۾، هوءَ هڪ ٻالڪ هئي. ٻالڪ جا جذبا بہ ٻالڪ جهڙا ئي هئا. جبل جي سائي ٽڪر ۾ هن جي ننڍڙي جهوپڙي هئي، جا ئي هن جي پيار جو، آس جو، اُميد جو جهان هئي؟ ۽ آءٌ، ڏٺيءَ جو ڏڪاريل مون کي اهو ڪين خيال پيو. خوفناڪ نهر جنهن جبلن کي جهلي،

ڪين ڏاري، مٽيءَ جان پرزا پرزا ٿي ڪري ڇڏيو، ۽ جيڪي اڳيان ٿي آيم تنهن ڪي پاڻ سان گهليندو ٿي ويس. اڙي هن ڪي، هن جو آرام، هن جي خوشي، سڀ ڪي ٿو نهوڙي نيان؟ دوزخ! دوزخ! هيءَ بہ دوزخ جو بَڪ! تنهنجو پروسو شيطان! باقي وقت جهٽ پورو ڪر! جيڪي ٿيڻو آهي، سو جلد ٿي ٿئي! هن جي نابوديءَ جو بوجو اچي مون تي ڪڙڪي. نابود نابود سڀ نابود، هوءَ آءٌ ۽ هي سڀ ايڪانت جا خيال سڀ گڏ نابود.

ميفسٽو: چا! وري بہ تپ جي غش ۾! ڪيئن نہ مٿو ٿو تپي ۽ ڪڙهي! پوڪ، وڃ اندر ۽ وڃي دل ونيئس.

جڏهن تڪليفون ٿيون سامهون پون، يا اوچتو مصيبتون ٿيون مٿان اچن، تڏهن موڙهل مٽي جو اهو حال آهي. مورک جڏهن رستو ڪونہ ڏسن، تڏهن هڪدم نااُميد ٿيو پون، عقل خطا ٿيو وڃين، ۽ پوءِ وڃيو پوئين آخرت تي موڳيون اڪيون اڙائين. آءٌ ٿو چوان، فتح آهي مضبوط دل جي، جا نصيب اڳيان ٿي ڏسي، پر پرواهہ ڪين ٿي ڪري. آءٌ شيطان برابر آهيان، پر دنيا ۾ جيڪي بہ ڪُجسيون شيون آهن، تن مڙني ۾ ڪُجسي آهي نااُميدي. شيطان آهي نااُميديءَ ۾.

# مارگريٽ جي پنهنجي ڪوٺي

(اڪيلي چرخو ويني هلائي، ڳائي ويني ۽ پُور ويني پچائي.)

بيقراري، دل آزاري، دوست وئين هليو. دلبر جتي ناهي، مون لاءِ قبر آهي. جهان مِنو نٿو لڳي، اوندهه انڌوڪار آهي. منُ بيمار، سُورن ڪيو لاچار؛ دل پڳيءَ جا ڏاڳا ڏار. دوست ڪارڻ دريءَ مان اڪيون ڪنيو نِهاريان، ڳوڙها ڳلن تان هاريان. چڙي گهر اڪيلي، ڦران تي البيلي، توڪي نت دونديان ٿي. چا سهٽيءَ جو شان آهه، چا روش ۽ رَوش؛ چا مُشڪ چپن جي، چا اک جي حشمت. آواز سندس موهيو چڏي، هٿڙو سندس ناريو چڏي. محبوب جي چُمي! غائبَ ٿين سپ غم! دل تي تولئي تڙقي، آءُ سهٽا مون قريب؛ پاڪر منجهه پري، چاتيءَ لڳ جهلي، اچ تہ وهاريان پاڻ وٽ، مِنڙا ڏيانءَ مِني. چُمين سندي چاش تان، دوست وجان قربان، پيارا وجان مري.

# مارتا جو باغ

(مارگريٽ ۽ فائوسٽ)

مارگريٽ: انجام ڏينءِ هينئر ئي.

فائوسٽ: پڪ ڄاڻ منهنجي مٺي.

مارگريٽ هاڻ ٻڌائيم، مذهب بابت تنهنجا ڪهڙا ويچار آهن. تون پيارو لائق مرد آهين، پر آءُ ڀيئي پانيان تہ مذهب لاءِ قُرب تو ۾ گهٽ ڪين آهي.

فائوسٽ: پياري ڇڏي ڏي اهي خيال. تون ڄاڻين ٿي، منهنجو پيار ٿوتي آهي. جن تي منهنجو پيار آهي، تن مٿان منهنجو سِرُ قربان آهي. سندس چرچ يا مذهب ۾ منهنجي دست اندازي ڇا جي.

مارگريٽ: اهو تہ چڱو، پر ڪجهہ صدق بہ تہ کپي.

فائوسٽ: سچ؟

مارگريٽ: اڙي منهنجي جي هلي سگهي! - توکي پوتر سنسڪارن لاءِ مانَ ڪين آهي؟

فائوسٽ: مون کي مانُ آهي.

مارگريٽ: پر چرچ ۾ پرساد تہ تون ڪين ٿو وٺين. ڏٺيءَ کي مَڃين ٿو؟

فائوسٽ: منهنجي پياري ڇڏ اهي خيال، ڪير آهي جو سچائيءَ سان چئي سگهندو، "آءُ ڏٺيءَ کي مڃان ٿو."؟ بشپ کان پُڇ، يا بشپ کان پُڇ، ڏس تہ سوال پڇندڙ تي ٺوڪ ٺا ڪن يا نہ؟

مارگريٽ: تڏهن تون ڪين ٿو مڃين.

فائوسٽ: غلط فهمي نہ ڪر. منهنجي پياري، هن کي ٻولي ڪير سگهي؟ ڪير چوي "آءُ مڃان ٿو هن ۾." هن کي لکي ڪير سگهي؟ ڪير چوي، "آءُ مڃان ٿو هن ۾." اهڙو ڪير آهي، جو ڇاتيءَ جهلي ڄاڻُ جو دمُ هٽي سگهي؟ ڪڏهن ڏک ٿو ڏئي تہ ڪڏهن آڌار. چئوُ تہ هو هر هند، جتي

ڪٿي ڪين ٿو ۽ اڏاري ڪين ٿو ٽوڪي؟- مون کي؟- پاڻ کي؟ آسمان جو
گنبذ ڪين آهي اسان جي مٿان؟ ڌرتي مضبوط ڪين آهي اسان جي هيٺان؟ تارا
نا ننڍ جي، سدا مِني مُرڪ سان ڪين ڏين ٿا چوُنڪي مٿان؟ ڪين پيو آءُ
هاريان تنهنجي نيڻن ۾؟

ائين ڪين آهي تہ هو هر هنڌ آهي- ديد ۾ ۽ ديد کان مٿي، سڀ هنڌ-
نهنجي ٻاهر ۽ تنهنجي اندر، اڻ ڪٿ جنهن جي شڪتي آهي، سو تنهنجي دل
ر ۽ من ۾ ٿو وسي؟

سموري دل اُن سان ڀربور رک ۽ جڏهن آنند- چت ۾ گُم ٿي وڃين،
تڏهن جيئن وڻي ئي، تيئن سڏينس، آنند! چت! پريم! ڏٺي! مون لاءِ هو بي
ام آهي- اندر جو سوجهرو آهي. نام آهي ڇا؟ آواز ۽ اوندهہ. جي سندس
ءوت کي جهَڪو ڪيو ڇڏين.

مارگريٽ: اهو تہ سڀ سُٺو ۽ سچو چيئي. ٻائو بہ ائين چوندو آهي، رڳو
ڦظ ٻيا هوندا آهن.

فائوسٽ: جتي ڪٿي، هرڪو ٿو پنهنجي ٻولي اُچاري. پوءِ تڏهن آءُ ڇو
. پنهنجيءَ ۾ اُچاريان؟

مارگريٽ: ائين چوڻ سان لڳي چڱو پيو. تہ بہ ڪا مڙي ئي ڪَمي آهي،
ۏن ڪرستان ڪين آهين.

فائوسٽ: چپ، مِني.

مارگريٽ: تنهنجي سنگت ڏسي، مون کي ڏُک ٿو ٿئي.

فائوسٽ: ڇا تي ڇئين؟

مارگريٽ: جو شخص توسان گڏ هر هميشه آهي، تنهن کي آءُ دل سان
ڪاريان ٿي. منهنجي ساريءَ ڄمار ۾ منهنجيءَ دل کي ڪنهن بہ ڳالهہ اهڙو
هاءُ ڪين رسايو آهي، جهڙو هن ماڻهوءَ جي ڪُڏي روپ.

فائوسٽ: پياري مٺان ڪائنس ڊِني آهين.

مارگريٽ: هن کي رڳو ڏسڻ سان، منهنجو رت ٿڌو ٺيو وڃي! اڪثر
ڪري ماڻهوءَ ڏانهن منهنجي دل نرم آهي. پر هن کي آءُ ڌڪاريان ٿي. مون
ي تولاءِ پريم آهي؛ پانيان تہ تون مون سان سدائين هجين؛ پر هن کي ڏسڻ

سان، مون ۾ هڪ ڳجهي لرزش پيدا ٿئي ٿي ۽ منهنجو ٻُت ڏڪيو وڃي. مون کي شڪ ٿئي نہ آهي تہ هو پليت آهي. جي هن تي ڪا نگاهہ ٿي مڙهيان تہ ڏٺي شال صبر ڏئي.

فائوست: هو هڪ علحدو ماڻهو آهي، تون فڪر نہ ڪر.

مارگريت: آءٌ جيڪر اهڙي سان ڪين گذاريان. در وٽ پيرُ پائڻ سان وينو ننول جيان نهاري؛ ۽ پڻ ڪروڌ ۾، هن جو مُنهن ڪارو ٿيو وڃي. تون ڏس، هو ڪنهن بہ ڳالهہ سان واسطو ڪين ٿو رکي. اِهو هن جي پيشانيءَ تي لکيل آهي: هن کي ڪنهن بہ جيوَ لاءِ پريم نہ آهي. ۽ جڏهن آءٌ تنهنجي پاڪر ۾ بيحد خوشيءَ منجهہ هجان: تنهنجي پريم ۾ توکان سواءِ سڀ وساريو ڇڏيان، تنهن وقت، بنهہ تنهن وقت، هو پڪ آيو رهيو. منهنجي دل سرد ٿيو وڃي، ٻُڏيو وڃي.

فائوست: منهنجا فرشتا، تون ائين ڇو ٿي سمجهين!

مارگريت: منهنجي دل اهڙي قبض ٿيو وڃي، جو هن جي اچڻ سان آ پيئي پانيان، تہ منهنجو پيار تولاءِ بس ٿي ويو. جتي هو آهي، اُتي منهنجي بندگي بند آهي. هيءَ ڳالهہ منهنجو اندر کائي ويئي آهي. هينئر تون بہ ضرور مون وانگر پائيندو هوندين.

فائوست: نہ نہ، هي سڀ اٽپوت آهي.

مارگريت: هاڻ آءٌ وڃان ٿي.

فائوست: افسوس! آءٌ اجان توسان ملان ئي ڪين، تہ ڪونہ ڪو پَنگ اچيو پوي! ڇا، ڪڏهن ڪو ڪلاڪ بہ ڪين جڙندم، جڏهن ڇاتي ڇاتي سان لڳائي، جيءُ جيءَ سان ملائي تو وٽ آرام سان گذاريندس!

مارگريت: اڙي، جي رڳو ڪٿي آءٌ اڪيلي سُمهندي هجان، تہ اج ئي رات جو در جو تاڪ ۽ لاهي ڇڏيان! پر منهنجيءَ ماءُ جي ننڊ بہ اهڙي ڪا آهي جو جهُ جاڳيو پوي. پاڻ ڪنهن مهل جاڳي، جي توکي ڏسي، تہ پوءِ آءٌ تہ پانيان تي تہ سائي تي مري وڃان.

فائوست: پياري، ڪدي ڇڏ اهي خطرا: هان، هيءُ اٿئي شيشي؛ رڳو ٽي ڦڙا وٽيءَ ۾ ملائي ڪٿي پيارجانس تہ گهاٽي ننڊ ۾ پئجي ويندي.

مارگريٽ: تون جيئن چوندين، تيئن آءٌ ضرور ڪنديس. توکي انڪار ڪيئن ٿي ڪري سگهان؟ نقصان تہ ڪونہ رسندس؟

فائوسٽ: بنهہ نہ، نہ تہ جيڪر آءٌ اهڙي صلاح ڏيانءِ؟

مارگريٽ: مِنا پيارا، توکي نهاريان ٿي، تہ ائين پيئي ڀانيان، تہ جيئن چئيم تيئن ڪريان. منهنجو هيڪڙ بند ٿيو وڃي. تو ۾ ڪا اهڙي ڇِڪ آهي، جا مون کي وسُ ڪيو ڇڏي؛ هر ڪنهن ڳالهہ ۾ تنهنجو ارادو مون لاءِ رهبر آهي. جڏهن هينرو ڏنم، تڏهن باقي توکان ڇا جو انڪار ڪريان؟

(وڃي ٿي.)

ميفسٽو: (اندر گهڙي ٿو اچي) ڀولڙي! ويئي؟

فائوسٽ: وري- جاسوسي؟

ميفسٽو: هائو، صفا ٻڌم تہ ڊاڪٽر صاحب ڪيئن نہ مڪتب ۾ داخل آهي. شاگرد ٿي ٿو سکي، ۽ ڪيس سوال ٿي هڪ نينگر وجهي؛ اُميد اٿم تہ سکيا ڀاءِ پيئي هوندءِ! نينگريون ڇو پيون مذهب مذهب ڪنديون آهن؟ ڳُٽي ڇا جي اٿن؟ ڀانئين ٿيون تہ جو مرد پُراڻي ڏرم جو پوڄاري آهي ۽ جو ٻائي اڳيان گوڏا کوڙي ڪنڌ نوائيندڙ آهي؛ سو زال ڀنيان بہ ضرور هلڻ وارو آهي. پوءِ زال ڪاڻ حياتي سکي سولي ۽ سني نهي پيئي آهي. نينگريون ائين پيون ڀانئين تہ مذهب جو اثر مڙس کي زال جي پلوَ سان ٻڌيو ڇڏي؛ جي ٻاون جا چيلا، سي زالن جا بہ چيلا.

فائوسٽ: اڙي! ڪهڙو نہ تون راڪاس چئبين، جو ڏسين نٿو، تہ هن نينگر جو سچو نينهن ٿو ويچاري ڀڳڙ کي ويچار ۾ وجهي تہ متان سندس پياري کي ڪو جوکو رسي. هن جو ڀاوَ اهڙو آهي. هن لاءِ انهيءَ ڏرم منجهہ ئي مُڪتي آهي. هوءَ سمجهي ٿي تہ متان سندس پياري جي آتما کي ڪو ڇيهو رسي.

ميفسٽو: هل ڙي مورک، ڪامي- پَسون ۽ ٻڻ گياني- ڇوري ڇنيلي ڪيئن نہ ٿي نڪ کان جهلي هلائي!

فائوسٽ: راڪاس. گندءِ ٻاهہ جا ٻچا.

ميفسٽو: (نفرست سان) واهہ ۽ وري ڏس تہ مُنهن پرڪڻ ۾ ڪهڙي نہ

ماهر آهي. ڪيئن نہ ماڻهن جا مُنهن پڙهي ٿي ڄاڻي. چوي ٿي تہ منهنجي مُنهن ۾ مُرڪ ۾ ٻچان ۽ نفرت آهي؛ منهنجي مُنهن تي ڪو برقعو چڙهيل آهي، جنهن جي اندر غيب آهي؛ آءٌ ڪو سچ پچ شيطان آهيان. چگوا ڄ رات...

فائوسٽ: اڄ رات تنهنجو ڇا وڃي!

ميفسٽو: منهنجي بہ وندر- ڏسنداسين.

# ڪوهہ تي

(مارگريٽ ۽ لِزي سندس ساهيڙي، ٻنهي جي مٿن تي دِلا آهن.)

لِزي: هئنا جي هوءَ ڳالهہ ٻڌي ائني.

مارگريٽ: نہ اڪر بہ نہ- ٻاهر ئي ڪانہ نڪتي آهيان.

لِزي: ڪيٽيءَ اڄ ٻڌايم- سچ آهي تنهن ۾ نہ رتي بہ شڪ نہ آهي. اهي آهن نتيجا نِشن نشن جا. مان تہ هميشه چوندي هيس تہ اهو هٺُ نيٺ مارائيندس.

مارگريٽ: ڇا تي چوين؟

لِزي: هون! توڪان سواءِ، ٻيو سڀ ڪو تو ڄاڻي... ڪاڻي هڪ، ڪارائي بہ.

مارگريٽ: ويچاري؟

لِزي: هان! ويچاري! ڇو، ڪونہ ڪو مڪر ڪري پيئي، انهي سينڌي سان ڳڏبي هئي، هر ڪنهن محفل ۾، هر ڪنهن مجلس ۾ پاسن ۾ پيئي ڳجهيون ڳالهيون ڪندي هيس. ٻانهن ٻانهن تي، جيڏانهن تيڏانهن لڳي پيئي هوندي هيس. وري سمجهندي بہ پاڻ کي مٿاهون هئي. رلي پني، وهندا هئا ڪانن تي، پوءِ ڪاهہ ڪيڪَن تي ۽ لُٽ دارونءَ تي. ڪيڏو نہ وري سونهن جو ٻانور! ۽ ڪميٽي وري ڪهڙي جو چويس تہ عمديون عمديون سوکڙيون بہ ضرور ڏينمر. ماٺهو اڳيان ڪونہ هجي، تہ هلن مِنيون منيون لائيون. آخر ٻنگر ڏيئي ڇڏيو، جيڪي بہ ڏيئي سگهي!

مارگريٽ: ويچاري، ويچاري!

لِزي: سوَ تون تي مٿس رحم ڪائين؟

اسين ڇرخن وٽ، سوگهيون ويٺيون هونديون هيوسين؛ اسان جون ائر ٻاهر نڪرڻ يا مردن سان گهمڻ نہ ڏينديون هيون، تڏهن هو ڏس تہ يا در ي ٻاهر يا اوندهہ منجهہ پيا لتڪندا هئا. هاڻ تہ آيو آهيس پڇتاوَ جو سمو.

ڪاٺ تي ويهي ڪاٽڻ جو. مون کي تہ هن جي سزا جو ٻڌي ڪوبہ ڏک ڪونہ ٿو ٿئي.

مارگريٽ: ويچاري غريب! پر هو ساٿس پرڻبو تہ ضرور.

لِزي: هو! هو اهڙو پُوڪ ڇو ٿو ٿئي- شيطان پاڻ ڪٿي وڃيس- چون ٿا تہ هو تہ ويو نڪري، جلد ئي نئين ڳولي لهندو.

مارگريٽ: اهو انصاف نہ آهي.

لِزي: پر جي پاڻئي ٿي تہ پڪڙي هٿ ڪنديس، تہ ڏسج تہ شاديءَ جو هار بہ پاڙي جا ڇار گل گل ڪري، پٽي چني ڪيئن نہ ٿا پورو ڪن. ڏس تہ اسين بہ ڪيئن ٿيون ڪيس آزاري ماريون ۽ سندس در تي هلي ٿيون مٿس ٺٺوليون ڪريون، ۽ ڪيس واڏايون ڏيڻ وقت چوڏا لاهيون.

(وڃي ٿي.)

مارگريٽ: (گهر موٽي) اڳي جڏهن ڪا نينگر اُبتي پير تي پوندي هئي، تڏهن آءٌ ڪيڏي نہ ٺوڪبازي ڪندي هيس. ڪنهن ڪُڏي ڪرم جو ٻڌندي هيس، تہ زبان تي مهڻن ۽ عتابن جا لفظ چڙهي ايندا هئم. چوندي هيس: ههڙو ڪُڏو ڪم، ههڙو ڪُڏو ڪم. ٻيئي ڪاري کي وڌيڪ ڪارو ڪندي هيس؛ هر قسم جا لفظ پنيندي هيس؛ تہ بہ دل پوري ڪانہ ٿيندي هيم. پاڻ کي ڏاڍو چڱو پاڻئيندي هيس، ۽ ڪنڌ اوچو ڪري هلندي هيس. ۽ هاڻ، آءٌ ڄ ائين پاڻئيندي هيس. سا آءٌ ساڳي آهيان؟ پر منهنجو ڪهڙو وس! ڪنهن بہ وسَ هلي سگهي ها؟ سڀ ڪهڙو تہ چڱو ٿي لڳو، ڪهڙو نہ مِنو ٿي پاسيو!

# چرچ

(پٺ ۾ ڪنواريءَ ميريءَ جي مُورت آهي. گل چڙهيا پيا اٿس. مارگريٽ نوان گُل ٿي چاڙهي.)

مارگريٽ: ماتا مهربان، ڪر ڪا مون تي مهر، تون درد وند ديوي. هنجي پياري پُٽ جو تو ڏٺو دُک اَجهل. پيءُ کان آسيس نت، تون، مگّي تي ٿڙ. نمائيءَ جا ڦڙا ديوي چُڻائج. تون ڄاڻين ڄاڻڻ هار. سخت درد آهي: مٿي ءِ ڏي کي چيريو تو ڇڏي. منهنجي غريب دلڙي، سُورن منجهه پُري، لڇي، ندي گهٽي، ڏکن ۾ ڏجهي ٿي، ڊپ ۾ ڏکي ٿي. نه اوهي نه واهي، نه اَجهو آسرو، بنان تو ديوي. درد وند ديوي، تون ڄاڻين ڄاڻڻ هار. ڪٿي وڃان، ڪيڏانهن وڃان: مصيبت بنا ٻيو ڪجهه نٿي ڏسان.

رويو روئان ٿي، آهون ڀريان ٿي، دلڙي پگهل، آءُ ڄاتي ڇنل.

ڳلڙا ڳوڙهن ۾ پَسيو پون ٿا. ٻيا سڀ ننڊن ۾، هڪ آءُ ئي دُکن ۾، رويو ئان ٿي. دردوند ديوي، سڀ ڪجهه ڄاڻين ٿي: انت جي سمي ۾، بچائج ن کي: مهر ءِ ميا سان نهارج مون کي.

# رات

(مارگريت جي درُ اڳيان وئلنٽائين، مارگريت جو ڀاءُ، جو لشڪر ۾ آهي، بيٺو آهي.)

وئلنٽائين: ڪڏهن ٿورا ڏينهن ٿيا، تہ سنگتي، محفل منجهہ ملي ڳالهيون ڪندا هئاسين، خوشيون ملهائيندا هئاسين. مؤج منجهہ هرڪو واري تہ پنهنجيءَ پياريءَ جي ناني، پيالو چپن تي چاڙهي، ساراهہ منجهہ چُٽڪند هو. جڏهن منهنجو وارو ايندو هو، ۽ مون کي چوندا هئا تہ ٻڌاءِ تہ تنهنجي دلڙي ڪٿي آهي، تڏهن آءٌ چوندو هوس: منهنجي دلڙي منهنجي گهر آهي. منهنجي ڀيڻ جهڙي ڪا ڪنيا! جهڙي سچي، تهڙي سُندر. منهنجي ائين چوڻ تي سڀيئي خوشيءَ ۾ واهہ واهہ ڪندا هئا: ”برابر، برابر، جا آو اُٿندا هئا. شيشا ۽ پيالا چمڪات ڪندا هئا: ”برابر برابر ڳوٺ جو فخر آهي. پر اوچتو ئي اوچتو، ساراهيندڙ سڀيئي گونگا ٿي پيا. ۽ هاڻ! اڙي آءٌ ڪريان. مٿي جا وار پٽي سڀ ڦٽا ڪريان. نااُميديءَ ۾ ميجالو پڃي ڇڏيا دل منهنجي رتورت آهي. جيڏانهن تيڏانهن اُگرا لفظ ٻڌيو دل ۾ خنجر ٿا لڳ جيڪو بدمعاش لنگهي، سو اک،ٽيڏي ڪيو، پيو نهاري. نفرت جا ط منهنجو تحمل ڪڍيو وجهن. لاچار آءٌ دک پيٺو وجان. منهنجو حال قرضدار وانگر آهي، جنهن کي قرضي گاربون پيو ڏئي، پر ويچارو ڪٽل سڄ پيو وجي! عتاب سچو آهي، ٻوءِ وڙهان ڪيئن؟ اڙي! اُجهو هو بدمعاش؟ م صحيح ڪين آهيان؟ اهو آهي. انهيءَ کي تہ آءٌ ڇڏڻ وارو ڪين آهيان.

(فائوسٽ ۽ ميفسٽو)

فائوسٽ: ڏس تہ هن دريءَ مٿان ڏيئو آهي، سندس لاٽ سدائين م آهي ۽ پاسن کان، روشني جهَڪي آهي؛ پر چوڌاري ڪاري رات آهي. م سان بہ ساڳي ڪار آهي. منهنجي چوڌاري اوندهہ مون کي وڪوڙي ويئي آهي

ميفسٽو: آءٌ آهيان، چور دڪ ٻلي وانگر، جو ڀتين جي ڇڄاري وارا ٿو ڏئي، ٻاهر جي اُڀين ڏاڪڻين مٿي ۽ هيٺ ٿو لهي؛ اوندهه ۾ هيا تو هٽي: لڪ چپ ۾ مزا ٿو ماڻي. بس، بس: موڄ جو وقت آيو ڪي آيو. والپور رات آئي ڪي آئي. ڇا شان ڇا ڇرچو، ڇا مزو. منهنجو لڳ لڳ تو هوش ۾ اچي، باقي هڪڙي رات، ۽ هڪڙو ڏينهن، پوءِ خبر پوندي تہ حياتي جي قيمت ڪهڙي آهي.

فائوسٽ: ڏسين ٿو نيلي روشني؟ اهو آهي ڇا خزانو؟ اتي آهي ڇا؟ اونداهي ڌرتيءَ مان ٽپ ڏيئي ٻاهر ايندو ڇا؟

ميفسٽو: تحمل ڪر- دٻلي ڇڻ پڌري ٿي- مون منجهس ليئو پائي ڏٺو، وڏيون مُهرون پيل هيون.

فائوسٽ: ڇا! رڳو ناڻو؟ انهيءَ مان ڪهڙو فائدو؟ نڪا منڊي، نڪو دُر؟ پياريءَ لاءِ ڪوبہ مٽيو نہ؟

ميفسٽو: ها ها؛ ڪي موتي بہ منجهس آهن.

فائوسٽ: واهه واهه. هن وٽ بنا سوڪڙيءَ جي وڃڻ، سُهٽو نٿو لڳي.

ميفسٽو: ڇا. تون پاڻئين ٿو تہ اهڙي ڪا خوشي آهي ئي ڪانہ. جا ناڻي کان سواءِ ماڻي نٿي سگهجي؟ آءٌ انهيءَ ۾ توسان شامل راءِ نہ آهيان؛ پر ڏس تارن سان ڀريل آسمان ماٺ ۾ اچي ويو آهي. هينئر هڪ پل سانت ڪر تہ آءٌ ڌرمي راڳ جي ڪا اهڙي مِني لات ڳايان، جا دل موهي ڇڏيس.

(سُرندو وڃائي ڳائي ٿو.)

ڪنيا پياري، گهر ڇڏي تون متان گهارين. يار جي در تي پير نہ پائج، سترُ ٻنهنجو ڪين وڃائج. سُندريون ناريون اوهين ويچاريو، مصلحت منهنجي متان موتايو، دلڙيون ٻنهنجون خوب سنڀاليو، متان آخر ۾ پڇتايو. جوانن کان اوهين پاسو ڪجو، ڇيو سندن مُور نہ ونجو، پلي زبان جا قول ڪن، ڪهڙا بہ وڏا قسم ڪڻن؛ هيءَ سڀ اجائي بات آهي، جيسين آڱر ۾ منڊي ناهي.

(وئلنتائين ٿو اچي.)

وئلنتائين: ڪيئن هتي آيا آهيو؟ ڪوتا- پڪڙائو، ڇا مارڻ لاءِ آيا آهيو؟ هي دل جهٽيون ڇا جون آنديون اٿوَ. هان وٺ بدمعاش.

ميفسٽو: شاباس، ڇوڪر شاباس. ويچارو سُرندو ڪري پيو.

وئلنٽائين: هاڻي باقي هن جو مٿو ڦوڙيان.

ميفسٽو: ڊاڪٽر صاحب وجهه اٿئي. هٿ تنهنجو آءُ هلائيندس- همٿ ڪر- سوگهو پوينس- واهه دلبر- پري وڃاءِ- ڪڍ ترار، ڪوڙي وجهينس.

وئلنٽائين: اچيئي ٿو.

ميفسٽو: باراٽي! هي ڇا ڪندو.

وئلنٽائين: وٺ پلا.

ميفسٽو: ساڳيو ساڳيو.

وئلنٽائين: شيطان ٿو واهر ڪريس. هٿ منهنجو اوچتو ڦٽجي پيو.

ميفسٽو: هاڻي گهسينس.

وئلنٽائين: ماري وڌائين، اڙي پڳوان.

(ڪِري ٿو پوي.)

ميفسٽو: ويو پُوڪ مري. آءُ هليو، نڪري هلون. پل به نه وڃاءِ. خون خون جي راڙوراڙ اڳيئي لڳي ويئي آهي. جيتوڻيڪ پوليس وارن سان منهنجي ڄاڻ پڇاڻ آهي، ۽ منهنجا منجهن سنگتي آهن، پر هي حادثو وڏو آهي، انهيءَ ڪي ناهڻ سولو نه آهي.

مارٿا: (دريءَ وٽ) آهي ڪو، آهي!

مارگريٽ: (پنهنجي دريءَ وٽ) ڪا بتي، بتي!

مارٿا: اڙي اڙي ڪيئن ٿا وڙهن، ڪيئن ٿا لڙن!

ماڻهو گهٽيءَ ۾: هڪڙو ته مري ويو.

مارٿا: پڪڙيو، خونين کي- ڀڄي ويا ڇا؟

مارگريٽ: (ٻاهر نڪري) ڪير ڏٺو؟

ماڻهو: ماڻهوءَ جو پٽ.

مارگريٽ: او ڏاڏي!

وئلنٽائين: مران ٿو. سويل ئي خلاص. اڙي رڙو ڇو ٿيون؟ روئو ڇو ٿيون؟ ٻڌنديون ڪين؟ آءُ مران ٿو، مارگريٽ ڪجهه ويچارڄ، تون اڃا ننڍي آهين، پر ڪم چڱا نه اٿيئي: ڪَن ۾ ٿو چوانءِ، تون اڃا ننڍي آهين، پر تون

ڪجري آهين: مِڪر چڙهي، پڙري ٿي. اهو بهتر اٿيئي، يا هي، يا هو.

مارگريٽ: ڏٺيءَ منهنجا! ياءُ منهنجا، ڇا ٿو چوين؟

وئلنٽائين: ڀڳوان جو نالو تہ نہ ڳنھہ. افسوس! جو ٿيو، سو ٿي چڪو. هاڻي جيڪي ٿيڻو هوندو سو ٿيندو. هيءَ ٻچڙي راند صفا پيئي آهي. شروعات لِڪ اٿس، پڇاڙي شرم اٿس. پهرين هڪڙو آيو، لِڪ گهٽ ٿي. ٻيو آيو، ٽيون آيو، تان جو اوائل جي لڄاڙي، هاڻي پڙري پَٽ اُڏاري.

شرمندگي جڏهن ڄمي ٿي، تڏهن روشنيءَ کان لِڪي ٿي، اوندهہ جو برقعو پائي ٿي: ڪا ڇُر ٿئي ٿي تہ ڏڪي ٿي: نيچپائي جا پوش پائي ٿي. جيسين پاپ سان هري ڪانہ آهي، تيسين اڻ ڏٺي ۽ اڻ ڄاتي گهمي ڦري ٿي، اندر جي آواز کي، گُهٽي ٿي. پر ٿورو وڏي ٿي، تہ اڳتي پير کڻي ٿي. خواريءَ سان هٿ ۾ هٿ ڏيئي، پڙري پٽ شاهي سڙڪ تي هلي ٿي. ڏينهون ڏينهن روش وجينس ٿي کهري ٿيندي، ٻچڙي ٿيندي: ماڻهو ڏسي هاڻي تهن ٿا، پوءِ ڏينهن ڏني جو هوءَ اُگهاڙي رُلي ٿي.

ٻڌ، آءٌ هينئر ئي اُهو ڏينهن پيو ڏسان، جڏهن توکان سڀ ٻچان ۽ نفرت سان تهي ائين پاسو ڪندا، جيئن پليگ جي مُردي کان تهي پاسو ڪجي. آءٌ پڇتاوَ جا اُهڃاڻ ڏسان ٿو. اڙي، پوءِ رستن جي رولو، نڌڻڪي نينگر، ڪيئن تون سندس سنمک بيهي سگهندينءَ. پوءِ سونيون ڪٺنيون وريّ ڇُٽيون! پوءِ اُهو سُندر روپ ڪٿي، جو مڙهيءَ ۾ ۽ مجلس ۾ پيو ڀڪندو هو.

وري ڪنهن مجلس ۾ ڪين ڏسينءَ، وري تنهنجي ڳچيءَ ۾ سفيد جهالر ڪانہ ڏسبي: پر ڪنهن غليظ ڪنڊ ۾ ڪجرين وٽ پيئي هوندينءَ: تڏهن معلوم ٿيندءِ، دل پرزا پرزا ٿيل نينگر، تہ ڏٺي در ٻاجهہ آهي، پر ماڻهو کي ٻاجهہ نہ آهي.

مارٿا: ٻئي جهان ڏانهن ويندڙ پراڻي، تون ٻاجهہ لاءِ عبادت ڪر. ڏٺيءَ جون پِٽون پنهنجي سِر تي وسائڻ کان خوف ڪر.

وئلنٽائين: راڪاسڻ، اها تنهنجي ڪوڙهي ڪَل جيڪر ڦاڙيان! ڏوتي! گناهہ جي توڪري، گولي! پوءِ جيڪر منهنجو ضمير نري، ۽ دل تان سڀ بوجا لهي وڃنم.

مارگريٽ: منهنجو ياءُ: اڙي ڪهڙو نہ ظلم. ياءُ! معافي، روئان ٿي.
وئلنٽائين: مون لاءِ روئڻ بند ڪر. تنهنجو بدچلن ٿيڻ مون لاءِ سڀ کان وڏو ڦٽ هو. آءٌ بنا ڪنهن ڀوَ جي وڃان ٿو، جيئن جڳائي بهادرن کي- ڏٺيءَ ڏي ۽ جوڌي جي قبر ڏي.
(مَري ٿو.)

# چرچ

(عبادت چالو آهي، شُبد پيو ٿئي، ڪيترائي ماڻھو آھن. مارگريٽ بہ منجھن آهي. مارگريٽ جي پنيان پاپ آتما بيٺي آهي.)

پاپ آتما: ڪيئن ڙي مارگريٽ، هينئر تہ قصو ئي ڦري ويو. تون هن چرچ جي ابوجھہ ۽ پوتر پُتلي هوندي هئينءَ؛ پاڪڪتاب مان وچن وڻندي هئينءَ، تنهنجو باراڻو من اڌ راندين روندين ۾ مشغول هو تہ اڌ ڏٽيءَ سان لڳل هو.

هاڻي ڇا ٿي پائين؟ ڪيئن ٿي پائين؟ تنهنجي منُ ۾ ڇا ٿو وسي؟ تنهنجي دل ۾ ڪيڏو نہ گناھہ جو بوجو آهي، پاپ جو بارُ آهي! ڪي ماءُ جي آتما لاءِ عبادت ڪرين ٿي؟ تو پنهنجي ماءُ کي ننڊون ڏيئي ماريو. ٻڌاءِ تنهنجي ٻنيي تي ڪنهن جو خون ٿيو؟

تنهنجي ڇاتيءَ ۾ تہ وڏي مونجھہ آهي؛ رويو پيئي روئين؛ پرون پيا پوني تہ آخرت آئي ڪي آئي.

مارگريٽ: توبھہ توبھہ! اڙي ڪهڙا نہ ڪارا خيال ٿا منهنجي منُ مان هلن، سڀ ٿا مون کي ڏوھہ جا ڏنبُ ڏين! اڙي ڪيئن ڇٽان، ڪيئن بچان؟

(شبد جي ڌمر ٿي مچي.)

پاپ آتما: قيامت اچي ٿي، توتارو وڄي ٿو، قبرون کُلن ٿيون، تنهنجو جيءَ موت جي ننڊ مان جاڳي ٿو، ڏڪي ٿو، باھہ جي دوزخ لاءِ تياري ٿئي ٿي.

(شبد جي ڌُمر ٿي مچي.)

مارگريٽ: آءٌ تہ هتي گھُٽجان ٿي؛ هي ٿنيا ٿا مونکي ڳھن، ڪمانون ڪِرن ٿيون؛ مون کي ٻُوساٽين ٿيون- هوا... هوا!

پاپ آتما: پاڻ ٿي لڪائين! توکي گناھہ ۽ شرم ڳولي ڪڍندا! هوا؟ روشني؟ آفت! سڀ روشنيءَ جا ڪرڻا تا توکان مُنهن موڙين، سڀ پوتر آتمائون ٿيون توکي ڇِهڻ کان ڪنبن. آفت!

# ڏائڻين جي رات

ميفسٽو فلس ۽ فائوسٽ هارٽز جبلن تان، ڇويهن گهوڙن کي ٽپالون ڪٽائيندا وڃن ٿا. وات تي اونده اندوڪار مان لنگهن ٿا. شر ۽ طلسم ڏسن ٿا. سندن پنڌ اُنهيءَ جبل جي چوٽيءَ ڏي آهي، جتي سال بسال ڏائڻين جو ميلو رات جو لڳي ٿو، جنهن کي والپور (والپرجا) جي رات تي ڇئجي. انهيءَ ميلي تي قسمن قسمن جا جادوگر، ڏائڻيون، شهوتي، نيچ، طمع رکندڙ وغيره وغيره روح گڏ ٿين ٿا. اهو ميلو دنيا جي براين ۽ چريائن جي هڪ مُورت آهي. جبل جي بلڪل سوڙهن پيچرن تان، ميفسٽو ۽ فائوسٽ کي لنگهڻو پوي ٿو، جن جي هينان اوڙاهه آهن. پير کِسڪي وڃي تہ چڪنا چُور! جيئن جبل جي چوٽيءَ کي ويجهو ٿا پون، تيئن مٿو چڪر ٿو کائي. قسمن قسمن جي ڀوتن ۽ راڪاسن جون شڪليون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. انيڪ شر ۽ طلسم، باهه جي روپن ۾ ڏسجن ٿا. وات تي سخت طوفان ٿا لڳن: ۽ ائين پيو ڀائنجي تہ هوا جا شيطان، ڏائڻين جي ميلي ڏي مزمان تي ٿا وڃن. هوا جا جهٽڪا سوڙهن پيچرن تي لڳن ٿا، جيئن نہ ڪي هٿيارن جون تکيون ڇنبون ٿيون مُنهن ۾ چُڀن. اُن وقت آهستي آهستي مسافر هلن ٿا، طوفان جي ذوم ۾ وڏي گجگوڙ ٿي ٻڌڻ ۾ اچي. اونده جا تهہ گهاٽا ۽ وڌيڪ گهاٽا پون ٿا. ڇبرا ۽ ٻيا رات جا پکي دپ ۽ حراس ۾ هوا ۾ ڦڙ ڦڙ ڪن ٿا. هوا شاهي درختن کي پاڙون پٽي ڦٽو ٿي ڪري. ڌرتي ڦاٽي ٿي، وڻ مٽي کجي ٿا وڃن. درخت ٻيلي جا پائر هڪ ٻئي کي ڇُهڻي پاڻ بچائين ٿا، ٻر ٻيوس ٿي ڪِرن ٿا، پرزا پرزا ٿي پون ٿا. سخت هوا جي گهُوگهار، ماترين ۾ لڳي ٿي. انهيءَ گهوگهار ۾ جادو جو راڳ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو: ڏائڻيون، جادوءَ جي گهوٽن تي اُڏامنديون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. ڏائڻيون گهوڙن تي ٻي ڊپائيءَ ۾ چڪر پائين ٿيون. آواز عجيب عجيب ٻڌڻ ۾ اچن ٿا. منزل اچي ويجهي پيئي آهي.

ميفسٽو: هوا ڳؤري آهي، ۽ ڳهٽي ٿي؛ ۽ مٿو ڦيرينڌڙ گهمسان، از حد آهي. دوزخ جو سمورو ڊنبلو حاضر آهي. سندن شڪليون اول جهَڪيون، آڻ چِٽيون آهن، پوءِ گهاٽيون ۽ پاري ٿينديون ٿيون وڃن. تون ڪٿي آهين؟

فائوسٽ: (پري کان) اجهو هتي آهيان.

ميفسٽو: هينئر ئي ايڏو دُور. هن گوڙ ۾ توکي جاءِ نٿي ملي. تڏهن آءٌ تو ڏيکاريانءِ ته خاوند هتي آءٌ آهيان. جاءِ ڪريو، هن منهنجي جوان دوست لاءِ جاءِ ڪريو. مِنا ماڻهو جاءِ ڏيو. ڊاڪٽر هيڏانهن مون کي ڇهٽي پؤ ته هڪئي ٽپ سان هن سموري گلي مٿان نڪري ٻاهر ٿينداسون. هي بلڪل بچڙا آهن، ايڏو ته شور ڪٽي مچايو اٿن، جو منهنجن ڪنن لاءِ آزار آهي. نهار هوڏانهن روشنيءَ جي پنيت ڏي، جيپي صفا آهي. باقي هن گندرفُ جي ڏياٽين ۽ جهنگلي ٻاهين کان علحدي آهي؛ هل ته هن گمسان کان ٻاهر نڪري هلون.

فائوسٽ: منڪر روح- هل وني هل. جبل جي چوٽيءَ جي ايڪانت ماڻڻ جو مون کي شوق آهي.

ميفسٽو: ڏس ڏس روشنايون؛ ڏس ته ڪيئن ٿيون ٻرن ۽ خوشي پکيڙين. انهيءَ هنڌ ته ڪا ٽورن جي مؤجي ٽولي وڃي ڪَني ٿي آهي، جنهن ۾ ڪي ڇيدا ڇيدا روح آهن.

فائوسٽ: آءٌ جيڪر گهران، ته مٿي هجان. ڏس! ڏس! ڪيئن ڦيريون پائيندڙ دونهن مان، ٿي لعل جوت نڪري، ڀهڪي ٿي ۽ شغل ڪري ٿي. ڪيئن نہ لهرن مٿان لهرون آهن. وڃن ٿا گلر وتندا، عدد وڃن ٿا گهاٽا ٿيندا، اڳتي ۽ اڳتي ڌوڪيندا وڃن ٿا. سڀ هڪ ئي شيطان جا پوڄاري آهن، هن جي طلسم هيٺ آهن، جنهن طلسم جي چِڪ اَجهل آهي. گهڻين ڳجهارتن جون پرولين، هتي صحيح ڪري سگهبيون آهن. اج رات اُهي منجهيل ڌاڳا سمجهي سگهبا.

ميفسٽو: اج رات ٻيون ڪيتريون پروليون رٽبيون، جن جو جواب ڪين ملندو. پر هاڻي اج ته دنيا جو گهمسان ڇڏي هن ايڪانت جي ڪُنڊ جو مزو ونون. هميشه دستور آهي تہ مزمان ننڍي ننڍين ٽولين ۾ پکڙجي ويندا آهن. ڏس، هو جوان ڏائٽيون، سڀ مگن آهن، ۽ وڏڙيون سڀ لڄ ۾ پنهنجي

سونهن ٽيون لڪائين. آءٌ آءٌ. چهرو خوش رک؛ من مون تي مهرباني ڪرين. هتي تڪليف ڪانه آهي، اڪثير فرحت آهي. راڳ تو ٻڌڻ ۾ اچي. پهرين اُگرو ٿو لڳي، پوءِ هِري وڃبو ته بهتر لڳندو. اچ اچ، ضرور اچ؛ آءٌ پنهنجي معزز دوست کي هلي هنن سان ملاقات ڪرائيندس. ڪيئن ٿو ڀانئين، هي ڪمرو ڏِگهو ۽ عمدو ڪين آهي؟ پڇاڙي ته ڏسڻ ۾ ئي ڪانه ٿي اچي. باهين جي قطار آهي. گهٽ ۾ گهٽ سؤ ته خوب ٽيون ٻرن! ڏس ڏس، ته ڪهڙي مؤج لڳي ويئي آهي. چرچو، ڪل ڪل، ناچ جي ڏم. دارونءَ جا دنگ نڪري ويا آهن، ڪاڏا تيار پيا ٿين، عشق جي بازار گرم آهي. ڇا دنيا ۾ هن کان مٿي ڪا ٻي مؤج ٿي سگهي ٿي؟

فائوسٽ: توکي ڇا سمجهون؟ شيطان يا جادوگر؟

ميفسٽو: آءٌ اڪثر ڪري، ويس بدلائي مسافري ڪندو آهيان؛ پر وڏن ڏينهن تي، جڏهن وڏا ماڻهو پنهنجا ٻِلا ڏيکاريندا آهن، تڏهن مون کي ته ڪا اهڙي پڌرائي جي گهرج ئي ڪانه هوندي آهي، ڇو ته لنگڙي پير جو هت وڏي ناموس آهي. اهڙي موقعي تي آءٌ ويس بدل ڪري نٿو سگهان. ڏس، ڏسين ٿو هو شنبوڪ جو پيت تان ٿو تِرڪندو اچي. ڏسڻ، سُنگهڻ ۽ ڇُهڻ سڀ هڪ ۾ ئي گڏ آهن. هيڏانهن ٿو سُرندو اچي. سونديون باهر ڪديون اٿس. سپاويڪ ڪيس سُڌ پئجيو وڃي ته آءٌ هتي آهيان؛ سو جنهن وقت هن کي اهو سماءُ ٿو پئي، تنهن وقت گهاتي نندِ مان به اوچتو اُٿيو ڪڙو ٿئي ٿو. پوءِ ڇُهندو، سُنگهندو، ۽ ڏسندو بيو چؤڌاري سونجهيندو. اچ، اچ مون سان. باهه مان لنگهي ٿا باهه ڏي هلون. جنهن وٽ آءٌ توکي وٺي هلان، تنهن سان تون عاشق ٿي رهڻ ڪج.

(اڳتي هلن ٿا ته هڪ ٽولي ٿا ڏسن. باهه جا فقط ڪي وسايل ٽانڊا پيا آهن. ٽوليءَ ۾ آهن سپهه سالار، وزير، پوءِ ڊاول، ۽ پاڪ ڪتاب به پڙهائيندڙ.)

ميفسٽو: ڪيئن آهيو پريا مڙس، ڪيئن پيا هِن ڪُنڊ ۾ گهاريو؟ ڇو هتي سنت ٿيا وينا آهيو. اُٿي ڏسو وائسو، چست رهو، رهاڻ ڪريو. ڏسو ته پريان هُو جوانڙيون، ڪيئن نه ڪل ڪل لڳائي، پيون خوشي ڪن. هتي به اچي جي موڳا رهيا، ته اچڻ مان سُود ڪهڙو؟

سپهه سالار: ماڻهن جي ساراهه تي ڪهڙو ڀروسو آهي؟ ڀل عمر ڪٽي سندن لاءِ لڙايون ڪَائجن. جهڙا ماڻهو تهڙيون نينگريون؛ بلڪل بي شُڪر. جوانڙيون آهن مِٺيون، ٻُڍيون آهن ڪَٺيون.

اڳيون وزير: هينئر باقي رهيو ڇا اڇي آهي؟ اڳيان وقت واهه جا هئا. اُن سمي ۾ بادشاهه ۽ سندن درباري، اسان جي محبتا ۾ هئا. ۽ اُنهن وقتن ۾ هوندا ئي اسين اختيار وارا هئاسين، جيڪي ڪريون سو ٺهي.

ٻوءِ ڍاول: آءٌ ڪنهن وقت دولت جي ڀنيا هوس؛ سڀ شڪ ۽ ضمير ٻورا ڪري ڇڏيم؛ سندس سونيون سوڪڙيون ڳولي لڌيم. ٻر افسوس! چڪر ڦِري ويو.

پاڪ ڪتاب پڙهائيندڙ: ڪيئن نه ماڻهن جا زائفان ڦرندا وڃن ٿا! جي ڪتاب اڳي اسين مڪيه سمجهندا هئاسين، سي هاڻ ڪو پڙهي ئي ڪونه ٿو. ۽ وري نڪته چين جي ساماٽا آهن، سڀ پاس خاطري ڪندڙ، بڪ بڪ ڪندڙ، مُورک ۽ ڪُندا.

ميفسٽو: (اوچتو هڪ پيرسن جهڙو روپ ٿو ٺئيس.) پانيان ٿو ته دنيا هاڻي پوڙهي ٿيندي ٿي وڃي؟ قيامت جو ڏينهن آيو ڪي آيو، هي پوپون دفعو، ڏڪندو ڏڪندو نبل قدمن سان، ڏاٿين جي ٽڪريءَ تي چڙهي آيو آهيان. حياتيءَ جو آب، مون ۾ ڪم آهي؛ تنهن ڪري آءٌ پوڙهو، پيو پانيان ته دنيا به هلڻ هاري آهي.

هوڪو ڏيندڙ ڏائڻ: آهي ڪو خريدار؟ آهي ڪو خريدار؟
وڏو واپار! وڏو واپار!
هجي ڪو شوقين پرکڻ وارو؛ اچو اچو اچي ڏسو!
اڪثير مال، عجيب مال.

جانچي ونو، اڻ لپ ۽ اَملهه. هڪ هڪ چيز زمين تي پنهنجو پنهنجو ڪم پورو ڪيو آهي.

وئندو ڪير خنجر هي- هِن پيتو آهي پاءُ جو رت. وئندو ڪير پيالو هي- هِن ۾ هئي پڙي، جا جنهن ڳٽي سو پورو ٿيو. وئندو ڪير ڪٽوري هيءَ- ٻائي جنهن ۾ زهر وجهي، ماريو ابوجهه چيليءَ کي. وئندو ڪير زنجير

هي، وننڊو ڪير موتي هي. اي جوان، تون وٺ هي: انهن موتين سان هڪ شاهوڪار هڪ عورتءَ جو سَتُ بگاڙيو هو. ويچاريون عورتون! ويچاريون عورتون! جهڙيون مهربان، اهڙيون چڱيون، پر جهٽ پَٽُ ۾ جهُري پون ٿيون. دليون جن جون آهن انڌيون، تن جي ٻچاڙيءَ جو ڪهڙو حال! عشق گهٽو ئي منجهن آهي، پر عقل جو ذرو اصل نہ اٿن. نابود ٿي وڃن ٿيون. ويچاريون عورتون! ويچاريون عورتون! وننڊو ڪير هي ترارين- بادشاهن جون عمديون سوڪڙيون، بغاوت سان هي آهن پريلون.

ميفسٽو: اڙي ٻُڍي، تون ڀُلي آهين. اڄ اهي پراڻيون، شيون ڪير ٿو وٺي. انهن کي هاڻي ڪير ٿو پُڇي، اڄ هرڪو ٿو نيون پڇي. اڳيون زمانو مري ويو، هاڻي گهرجن ٿيون نيون شيون.

فائوسٽ: مون کي تہ خبر ئي نہ ٿي پوي تہ آءُ ڪير آهيان؟ ڪٿي آهيان؟ ڪيڏو نہ ميلو مچي ويو آهي!

ميفسٽو: سڀيئي هڪ طرف وڃن ٿا ڌوڪبا، تولين ٻنيان ٽوليون. اڄ هرڪو انهيءَ موهہ ۾ آهي، تہ هو پنهنجو شاهہ پاڻ آهي، ۽ سندس خيال ٿا حڪم هلائين. اها لڳا ڪانہ پوي ٿي تہ ندي ڪشادي هڪڙي آهي، موڙهلن کي لوڙهي وڃي ٿي.

فائوسٽ: هوءَ ڪير آهي؟

ميفسٽو: پهرئين انسان جي پهرين زال.

فائوسٽ: ڪير؟

ميفسٽو: آدم جي پهرين زال لِلِت. سنڀال، هن جي چمڪندڙ وارن ۽ ڀهڪندڙ وڳن کان سنڀال! ڪيترائي جوان هن ڀنيلايا آهن، ڳڀروئن کي ريجهائي، ڪنهي وڃي ٿي؟ پر آفت انهيءَ تي، جنهن کي ياڪُر وجهي ٿي.

فائوسٽ: (ٻيءَ ٽوليءَ ڏي نهاري) هوءَ سانوري ڏاڏڻ ڪيڻن نہ ويٺي آهي: ساهہ پيو مُنجهيس. اڌ مٿل- ساڻي ٿي پيئي ڪِري ۽ هوءَ جوان ڏاڏڻ بہ پيئي ڏُڏي.

ميفسٽو: چو. هي مزو پورو ٿيڻ جو نہ آهي. وڌ منهنجا دوست ۽ هلي عشق ڪماءِ. ڏس، نينگر تہ واهہ جي اٿيءِي. ناچ ٿا شروع ٿين. هل هلي شامل ٿيءُ.

(فائوسٽ ۽ ميفسٽو فلس تا نچن.)

فائوسٽ: (ننڍي ڏائڻ سان ٿو نچي) هڪ پيري مون خواب لڌو، خواب ۾ مون وڻ ڏٺو. منجهس گلابي صوف هئا. هڪ - ٻه- ٿي؛ اڄ ٻڻ اُنهيءَ مِٺي خواب جي مستيءَ ۾، پيارو وڻ ٿو ڏسان ۽ وٽندڙ صوف ٿو پَسان.

جوان نچڻي: پيارا ننڍڙا صوف- بهشت ۾ سندن قيمت سون کان مٿي ٿي. ڏسڻ ۾ ۽ ڇهڻ ۾ وٽندڙ. آءٌ اهڙن باغن مان ٿي موٽي آهيان.

ميفسٽو: (ٻڍي ڏائڻ سان ٿو نچي) مون خواب لڌو پر ڏاڍو بڇڙو. هڪ اِٺو سڙيل وڻ ڏٺم، تہ بہ قبول ٿو ڪريان تہ وٽيم ٻي.

ٻڍي نچڻي: ٿوري وڏي ادب سان، لنگي پير جي سردار کي آءٌ ٿي سلام ڪريان؛ ڄاڻ جو وڻ، ٿڙ ۽ پاڙ بہ هن جا آهن؛ ۽ ميوو بہ سندس هوندو.

ميفسٽو: (فائوسٽ کي) ڇو، سويل ئي پنهنجي مِٺي وٽندڙ سهڻي جٽي کي ڇڏي ڏنو اٿئي؛ ڪهڙو نہ عمدو ٿي ڳايائين، ۽ ڪيئن نہ ٿي نچيائين!

فائوسٽ: ڳالهہ ڪندي پيو ڊپ ٿئيم. جيڏي مهل ڳايائين، تيڏي مهل م تہ وات منجهان ڳاڙهو ڪوئو ٽپ ڏيئي نڪري آيس.

ميفسٽو: خسيس ڳالهہ تي ٿو چرڪ مارين! چڱو ٿيو تہ ڪوئو نہ تہ ڪارو هو، نڪي پيلو. هنن موڳن شڪن مان ڇا ورندو. رڳو ڪوئو هو، ڪوئي مان بنائي پريت چو ڪيو اٿيئي! انهيءَ ڪري تون سهڻيءَ جي چمين ان پڇي آئين!

فائوسٽ: ۽ تڏهن مون ڏٺو...

ميفسٽو: ڇا؟

فائوسٽ: ميفسٽو هوڏانهن ڏس پريان، ٻاڇي وانگر هڪ سهڻي نينگر، ڪي شڪل وٽندڙ ڇوڪري، ذري گهٽ بار- اڪيلي بيٺي آهي، مِنيون بون ڏک پريون ۽ نماڻيون اٿس. اسان ڏي بيٺي نهاري- ڇُري ٿي؛ ڄاءِ ڇڏي ۽ هن جا پير ٻَڌا پيا آهن. دک پرئي قدم سان ٿي گسڪي. آءٌ پنهنجي دل مان و خوفناڪ خيال ڪڍي نٿو سگهان تہ هن جو مُنهن تہ منهنجي مارگريٽ آهي.

ميفسٽو: اهو خيال ڪڍي ڇڏ؛ هي سڀ تنهنجي گرم مٿي جو سوداءُ

اٿيئي. جا شڪل تون ڏسين ٿو، سا فقط جادوءَ جي ٺٺولي آهي. انهيءَ تي نهارڻ مان وڏو خطرو آهي. ڏس سندس سنگ مرمر جهڙي سخت نگاهه رت کي گهاٽو ڪيو ڇڏي ۽ رت پٿر ٿيو وڃي.

فائوست: اڙي، نه. هوءَ آهي، اُها شڪل، اُها شبيهه، اُها ڇاتي جا ڪئين دفعا منهنجي سيني سان لڳي.

ميفسٽو: مورک! طلسم اٿيئي. هرڪو عاشق پنهنجي معشوق ج مهاندا انهيءَ شڪل ۾ ڏسي سگهي ٿو.

فائوست: هتي ڪيڏي نه محفل مَتي پيئي آهي. افسوس! هوءَ شڪل ڏسي، مون کي ڪيڏو نه ڏک ٿو ٿئي. ڏس هن جي ڳچيءَ ۾ سنهي زنجير آهي، جنهن هن جي برف جهڙي سفيد چمڙيءَ تي ڳاڙهو ڇِٽو ڪيو آهي. اهو ڇِٽو اڃا ته ڪپ جي ڇهنب کان مٿي ڪين آهي. ڏسڻ ۾ هڪ عجيب زيو پيو اچي.

ميفسٽو: هائو، تون صحيح آهين؛ ڇو ته مان به پيو ڏسان. پر عجب ؛ ڪائج، جي هن کي پنهنجو مٿو هٿن ۾ ڪٽندو ڏسين. اهڙيون ڳالهيون غي رواجي ڪين آهن. پر ڏس، بيا سڀ هتي خوش آهن. ڊومائون نه ڪاڻ، وقد ماٺي وٺ. ڇوڏاري خوشي لڳي پيئي آهي، همڙو ميلو ڪنهن به شهر ، ڪين ڏسندين. پريان نهار، ڪليو ناٽڪ ٿو ڏسڻ ۾ اچي. ڏرتيءَ جا سڀ نَ نکت هتي هئڻ جا حقدار آهن.

# مايوسيءَ جو ڏينهن (ميدان ۾)

فائوست: ڏک ۾ – نااُميديءَ ۾ – هيترو وقت، مصيبتن ۾ گرفتار ٿي پئي پيئي آهي! ويچاري حليم نياڳيءَ نينگر کي ڌوهي نهرائي ترنگ منجهه هنيو اٿن، جتي هوءَ انيڪ قسمن جا سُور پيئي سهي! چو ههڙو حال ٿيس؟ اڙي بي وفا، ڪميڻا روح! هي قصو سمورو پئي لڪايو اٿئي! بيهه! هاڻي بيهه! پنهنجون شيطاني اکيون، مٿي ۾ شوخيءَ سان ٿو ڦيرائين: تون ته هاڻي مون کي ڏنو نٿو وٺين. چا، هن ويچاريءَ جو حال ٿيو آهي! هن لاءِ ڇٽڻ ناشدني آهي. پاپي آتمائن جي هٿن ۾ ڏني ويئي آهي. انسان تي فتويٰ ڏئي ٿو ۽ همدردي ڪين ٿو رکي. هي قصو پي سمورو وقت هليو آهي، ۽ تو مون کي پئي لوليون ڏنيون آهن ۽ هندورن ۾ لوڏيو اٿئي، گندي عيش ۾ پئي مون کي گمراهه ڪيو اٿئي؛ هن جو روز بروز وڌندڙ آزار پئي مون کان لڪايو اٿيئي ۽ هن کي پئي موت جي مُنهن ۾ ڏنو اٿيئي!

ميفسٽو: هوءَ ڪا پهرين نه آهي.

فائوست: ڪتا، نالائق، ڪميڻا!

اي پاڪ روح، تون ڪو هن نانگ کي، وري ڪتي جي شڪل ڏي، جنهن روپ ۾ رات جي وقت هو منهنجيءَ پر ۾ ڦيرا پائيندو هو ۽ بي خيالي لانگهائوءَ جي پيرن ۾ پيو اٽڪندو هو. ڪنهن ويچاريءَ ٿابو کاڌو، ته جهٽ ڪُلهن تي چڙهي ويندو هوس. وري ڪتي جو روپ ڏينس ته منهنجي اڳيان واريءَ ۾ پيو ليٽڙي ۽ آءٌ لتنُ سان ڇهيانس. چنڊال! جي پهرين نه آهي. آفت! فت! هڪڙو انسان، سورن جي پاتار ۾ پيو هجي، اڻ ڪُٿ ڏک سَنو هجيس ته ـ هن جي پيڙا جي پوڳنا ٻين کي سُورن کان نه ڇڏائي! اڙي هن جو دُک ڏسي، نهنجو ساهه نپوڙجي ويو آهي؛ رڳو هن هڪڙيءَ جو دُک ڏنو اٿم! پر تون زارن جي بدنصيبيءَ تي نهاريو ڏند ڪڍي پيو کِلين!

ميفسٽو: هاڻي اچي سمجهه جي پڇاڙيءَ وٽ پهتا آهيون. اهڙيءَ مهل اوهان انسانن جي عقل جو ڏاڳو ٽٽيو وڃي. پوءِ پلا اسان جي سنگت لاءِ چو ٿ آنا ٿيو؟ دل ڪريو تہ اُڏامون، پوءِ ڇي مٿو ٿو ڦري! اسان توتي زوريءَ اچي پي هٺاسين؟ ڪين تون اسان تي اچي پئين؟

فائوسٽ: هاڻي اُهي پنهنجا رت پياڪ ڏند تہ ڪرٽڻ بند ڪر- آءٌ توکي ڏڪاريان ٿو.

تون اي پاڪ روح! تو جنهن مون کي درشن ڏنو، تون جو منهنجي د اندر جو ڄاڻو آهين، تو ڇو ڪٺي مون کي هن سان جڪڙيو آهي، جنهن ج کاڌو آهي خرابي، ۽ جو نابوديءَ تي ٿو مچي.

ميفسٽو: هاڻي بس ڪيئي؟

فائوسٽ: بچاءِ هن کي، نہ تہ ڪا آفت پونديءِ! هزارن ورهن تائين، پٽ پونديءِ.

ميفسٽو: آءٌ قهار جون ڄاڙهيل ڪڙيون نٿو ڇوڙي سگهان. آءٌ هن ج ڪُلف نٿو لاهي سگهان. هن کي بچايان! ڪير هو جنهن هن کي نابوديءَ وڌو، مون يا تو؟

(فائوسٽ شوخي ۾ چوڌاري نهاري ٿو.)

ڇا، آسمان جي وڄلي ٿو ڳولين؟ حق تي، اوهان ڪميڻن انسانن جي ا هٿ نہ آهي! نہ تہ اوهان جو حال اهڙو آهي، تہ جو بہ اوهان جي آڏو اچي پ کهڙو بہ ابوجهہ هجي، تہ اوهين هميشه جيڪر پانيو تہ کيس زبون ڪر ڇڏيون. ظالم ائين ئي ڪندا آهن.

فائوسٽ: اُتي وني هل مون کي- هوءَ ضرور آزاد ٿيندي!

ميفسٽو: اهو ڪي خيال ڪيو اٿيئي، تہ ڪيڏو خطرو ٿو پاڻ تي کڻي خون جو ڏوهہ اجان توتي آهي. شهر ۾ جنهن جاءِ تي خون ٿيو آهي، اُ حساب وٺندڙ روح پيا ڦرن، تہ ڪٿي خوني موٽي اچي تہ بدلو وٺونس.

فائوسٽ: تون ٿو هيئن چوين؟ راڪاس دنيا جا خون ۽ موت تنهنج سِر تي آهن؟ آءٌ ٿو چوان تہ وني هل مون کي اُتي، ۽ آزاد ڪر هن کي.

ميفسٽو: حاضر، ۽ سڀ جيڪي مون کان پُڇي سگهندو سو ڪندس ڇا منهنجي وس آهي سو ٻُڌ. تون پائنين ٿو تہ مون کي آسمان ۾ ۽ ڌرتيءَ

سموري طاقت آهي؟ آءُ هلي ٿو جيل جي سنتريءَ جا حواس خطا ڪريان، تون هن جون ڪُنجيون هٿ ڪري، انساني هٿ سان هن کي ٻاهر ڪڍي اچج. تيسين آءُ بيٺو نهاريندس، جادوءَ جا گهوڙا تيار آهن، آءُ توکي وٺي ٿو هلان. ايترو آءُ ڪري سگهندس.

فائوسٽ: هل.

# رات (کليل ميدان)

(فائوسٽ ۽ ميفسٽو فلس ڪارن گهوڙن تي چوهہ منجهان ٿيا هلن.)

فائوسٽ: ڦاسيءَ جي پڙ ۾ هو ڇا پيا ڪن: پاڻنجي پيو تہ ڪجهہ اُٿن پيا.

ميفسٽو: نہ. شايد ڪو ديگڙو چاڙهيو اٿن. گندو شوروو پيون ڪاڙهين؛ ڪو ڦند چند پيون اُچارين.

فائوسٽ: پورب پشچم پيون ڦرن؛ ڪڏهن گوڏا ٽيون ڪوڙين؛ ڪڏهن ڏنڊوت ٽيون ڪن.

ميفسٽو: ڏائڻيون ٽيون پنهنجي گروءَ جي پوڄا ڪن.

فائوسٽ: زمين تي پيون ڪُڇ پکيڙين؛ هاٿي پاٿي ٽيون ڏين: ڪجهہ هوا ۾ ٽيون ڇنڪارين.

ميفسٽو: اڳتي! اڳتي! تکو! وڌيڪ تکو!

# جيل

(فائوست جي هٿ ۾ ڪُنجين جو ڇڳو آهي ۽ بتي به اٿس. جيل جي هڪ انڌاريءَ جي لوهي دراڳيان.)

فائوست: ههڙو آءٌ ڪڏهن ڪو ورلي ڏڪيس. مصيبت مٿان مصيبت. ايڏو نه بوجو مٿان پيو اٿم. جو جُهڪي پيو آهيان. هن پوسل ۾ هوءَ پيئي آهي، هاڻي ڦاسيءَ جي سزا جُڙي آهي، جو نه ديواني ٿي پيئي آهي؛ دماغ ڦِري ويو هوس، تنهن ڪري مرڻو اٿس. ۽ تون هن وٽ ويندي پيو ڏڪين! وري هن جي شڪل ڏسڻ کان پيو ڊڄين! جلد ڪر. ڪمزور دل وارا! تنهنجي هيءَ هُبڪ هن جي موت ۾ دير ڪانه وجهائيندي.

(ڪُلف ٿو هٿ ۾ جهلي! اندران ڳائڻ ٿو ٻُڌجي.)

اندران: آمڙ! منهنجي آمڙ!

ماءُ منهنجي بڇڙي، مون کي ماري وڌائين،

پيءُ منهنجو شودو، مون کي کائي ڇڏيائين.

هڏو هڏو منهنجو، پينڙيءَ رکيو،

"اُڏام پکي، اُڏام پکي،" سهڻي پکيءَ کي مون چيو.

فائوست: (در ٿو کولي) کيس خبر نه آهي. نه سندس پيارو، زنجيرن جي کَڙ کَڙ ۽ ڪکن جي چرپر ٻُڌي وينو.

(اندر ٿو گهڙي.)

مارگريت: (پنهنجي هنڌ جي ڪکن ۾ مُنهن لڪائي) مصيبت! مصيبت! اچن ٿا! اچن ٿا! موت! موت!

فائوست: (جهَڪي آواز ۾) ماٺ! ماٺ! آءٌ آهيان. توکي بچائڻ آيو آهيان.

مارگريت: (سندس پيرن تي پئي) تون انسان آهين؟ مون تي رحم ڪر.

فائوست: ماٺ! ماٺ! هي تنهنجون رڙيون ۽ ڪُوڪون، سنتريُن کي

جہ ٻائي ڇڏينديون.

(زنجيرن ۾ ٻي وٺي ٿو کولي.)

مارگريٽ: (هن اڳيان گوڏن ڀر ڪِري) جهنگلي، هھڙي ڪنور طاقت توکي ڪنهن ڏني؟ اجا اڌ رات مس آهي، رحم ڪر؟

(اُٿي ٿي بيهي.)

مان اجا ننڍي آهيان، بلڪل ننڍي آهيان! ايڏڙي ئي مري وڃان؟ اها منهنجي سونهن هئي، اها منهنجي سونهن هئي، جنهن مون کي ڇٽ ڪيو.

اڙي، منهنجو پيارو جي هجي ها- پر هُو ويو هليو، هارُ منهنجو ڇڇي پيو، گُلَ سڀ ڪِري پيا، اڙي مون سان اهڙو کهرو نہ پؤ. اڙي ڇڏ مون کي. مون توکي ڪونہ ڇيهو رسايو؛ مان روئان ٿي، توکي هٿ ٿي ٻڌان، مون کي ڇڏ. مون تنهنجي شڪل اڳي ڪڏهن نہ ڏٺي آهي.

فائوسٽ: ھھڙو ڏک سَهان، ھھڙو ڏک سَهان.

مارگريٽ: مون کي ڄبر آهي، آءٌ سموري تنهنجي وس آهيان. رڳو رخصت ڏينم تہ پنهنجي ٻچڙي کي ڇڪڙ ڏياريان؛ سڄي رات ڇاتيءَ سان جهلي ويٺي سانس پوءِ مون کان کسي ويا تہ پلي پيئي لُڇي مري؛ ۽ هاڻ ٿا چون تہ مون بارُ ماريو. منهنجو سُک هاڻي ويو، سدائين لاءِ ويو. هاڻي ٿا مون تي راڳ ڳائين، ”ڪُڌو ڪم ڪيئي ڙي ڪُڌو ڪم ڪيئي.“

فائوسٽ: (پَٽَ تي ٿو پاڻ کي اُڇلائي) مارگريٽ تنهنجو عاشق تنهنجي قدمن ۾ آهي، تنهنجا بندُ خلاص ڪرڻ آيو آهي.

مارگريٽ: (سندس پرَ ۾ تي پاڻ کي اُڇلائي) آءٌ تہ گوڏا کوڙي سنتن وٽ ٻاڏايو. ڏس! ڏس! اسان جي هيٺان جهنم پيو ٻري، شيطان اندر پيو گجي.

فائوسٽ: (ڏاڍيان) مارگريٽ- مارگريٽ.

مارگريٽ: (ڏيان سان نهاري) هي تہ منهنجي پياري جو آواز!

(ٽپ ڏيئي ٿي اُٿي- زنجيرون ڪِري ٿيون پون.)

هو ڪٿي آهي؟ - ڪٿي- مون تہ پنهنجي پياري جو آواز ٻُڌو!

هاڻي آءٌ آزاد آهيان، هاڻي ڪير مون کي قيد ڪندو. آءٌ ڳراٽڙي پائيندي سانس، ڇاتيءَ تي ليٽندي سانس؛ مون آواز ٻڌومانس؛ هو ٻنيي تي بيٺو آهي.

منهنجو نالو ڳنهندي ٻڌومانس؛ جهنم جي گوڙ گهمسان، ڌمڪين، طعنن ۽ شيطان جي کِل کِل ۾ مون پنهنجي پياري جو آواز ٻڌو. سندس پيار ڀريو آواز!

فائوسٽ: مان آهيان.

مارگريٽ: تون آهين! وري هڪ ڀيرو چئو!

(ڇاتيءَ سان ٿي لڳائيس.)

هو آهي، هو آهي؟ ڪاڏي ويا سُور؟ قيد، زنجيرون، ڦاسي، ڪٿي آهن؟ تون آهين، ۽ تون مون کي بچائڻ آيو آهين؟ مان تہ هينئر ئي آزاد آهيان: ڏس- هوءَ گهٽي، جتي پهرين ڳڏياسين- جتي مون پنهنجو پيارو اول ڏٺو. هو آهي اُهو فرحتي باغ، جو مُرڪي پيو. جتي آءٌ ۽ مارٿا توکي ملڻ لاءِ ترسيون هيون سين.

فائوسٽ: (ڪوشش ٿو ڪري هن کي ڪڍي وڃڻ جي) آءٌ، آءٌ مون سان.

مارگريٽ: ٿورو ترس- ڪي ٿورا پل- توسان ترسڻ مون کي وڻي ٿو.

(چميون ٿي ڏئيس.)

فائوسٽ: جلد- جلد. هڪ پلُ ويو تہ آفت آئي.

مارگريٽ: پريتم، رڳو ٿورو وقت مون کان پري ٿيو آهين، تہ چُمي ڏيڻ بہ وسري ويئي اٿيئي؛ تنهنجي ڀاڪرُ ۾ مون کي ڇو ٿي ههڙي مايوسي وني. ڪو وقت هو، جڏهن تنهنجي لفظن ۾، تنهنجي هڪ هڪ نِهار ۾، مون کي جنت پئي ڀاسندي هئي. تڏهن تون مون کي ائين تہ چُميون ڏيندو هُئين، جو ڄڻ چمين سان مون کي ٻُوساٽي ڇڏيندو هئين! ڏينم چُمي- پيارا، هاڻي ڏينم چُمي- يا مان ٿي توکي چُمان!

(ڀاڪر ٿي پائيس.)

تنهنجا چپ ٿڌا ئي ٿڌا- موڳا ئي موڳا- مُردا ئي مُردا. ڪٿي آهن منهنجون چُميون، ڪٿي آهن؟ ڪنهن وٺ ڇڏي آيو آهين؟ ڪٿي آهي منهنجو پيار؟ ڪنهن ڦُريو مون کان تنهنجو پيار؟

(کانئس مُنهن موڙي ٿي.)

فائوسٽ: اچ، اچ، همت رک، منهنجي پنيان اچ، منهنجي پياري منهنجو پيار ٻولن کان ٻاهر آهي، هاڻي اچ. رڳو هڪڙو، رڳو هڪڙو عرض.

مارگريٽ: (هن کان مُنهن موڙي) ۽ تون آهين، سچ پچ تون آهين؟

فائوسٽ: هائو، هائو، پر اچ!

مارگريٽ: ۽ تون ٿو منهنجون زنجيرون پچين! تون ٿو مون کي وٺي وڃڻ لاءِ چاتيءَ ساڻ حُئي! مون کي ڏسڻ سان ڇو نه ٿو ڏڪين؟ خبر نٿي ته ڪنهن کي ٿو بچائين؟

فائوسٽ: اچ! رات جي ڪارنهن گهٽبي ٿي وڃي.

مارگريٽ: منهنجي ماءُ- تنهن کي مون ماريو؛ منهنجو ٻار- تنهن کي مون ٻوڙيو. اهو ٻارُ مون لاءِ ۽ تو لاءِ بخشيش ڪين هئو! هائو تولاءِ- هائو تنهنجو! ۽ تون هتي آهين. مون کي ته اعتبار ۾ نٿو اچي. مون کي هٿ ڏي، خواب ته ڪين آهي. تنهنجو پيارو هٿ. او ڏٺي! هٿ آلو ٿي آلو. اُگهينس، اُگهي ڇڏينس! مون پانيو ته ڪا رت جي آلاڻ آهي.

ڇا ڪيو اٿيئي؟ اها رت هاڻي ترار مياڻ ۾ وجهي ڇڏ، منهنجو عرض اٿئي، مياڻ ۾ وجهي ڇڏ.

فائوسٽ: اڙي، ٿي گذرئي جو خيال نه ڪر. جو ٿيو سو ٿيو. مون کي ته کُهين ٿي.

مارگريٽ: نه تون جيئرو رهندين، توکي رهڻو آهي، سڀاڻي ٻڌ توکي کهڙيون قبرون ناهرائيون آهن. سٺي ۾ سٺي جاءِ ڏج منهنجي ماءُ کي؛ پر ۾ سمهارج منهنجي ڀاءُ کي؛ تن جي لاڳو، ٿورو پريرو پر نه تمام پري، منهنجي جاءِ هجي؛ ننڍڙو ابهم هجي منهنجي ساڄي ٿڻ تي؛ انهيءَ بستري تي مون سان ٻيو ڪير نه سمهي! تنهنجي پاسي ۾ سمهندي هيس، ڪهڙي نه خوشي هوندي هئي. بس اُها خوشي هاڻي وري ڪانه ايندي، مان پيئي پانيان ته مان توتي بارُاچي پيئي هيس، ته تون منهنجي پاڪر ڪان پٺي پري ٿئين. پر تون اچا به ته ساڳيو آهين. تنهنجو مُنهن اڳي جهڙو ئي مهربان آهي.

فائوسٽ: جي تون پانئين ٿي ته آءٌ آهيان، ته آءُ، آءُ.

مارگريٽ: ڇا؟ هتي ٻاهر؟

فائوسٽ: هائو! ٻاهر، آزاد هوا ۾.

مارگريٽ: هان- قبر ۾- موت ڪين ٻاهر اکيون وجهيو وينو آهي. وارا ٻيو ڏئي؟

آءُ آءُ، هميشه لاءِ آرام جي بستري تي. هائو هائو، هاڻي بس- هاڻي بس- وڌيڪ قدم بہ نہ. وڃين ٿو، هينري؟ مان توسان هلان؟

فائوسٽ: آءُ آءُ در کُليا پيا آهن. رڳو اچ.

مارگريٽ: وڃڻ جي مون کي همٿ نہ آهي. مون لاءِ ڪو علاج نہ آهي. ڀڄڻ مان ڪهڙو سُود؟ جيڏانهن وڃان تيڏانهن جاسوس. ڀيڻ ڏکيو آهي، پر چيندڙ ضمير جو آزار وڌيڪ ڏکيو آهي. ڌارين ديسن ۾ رُلڻ مشڪل آهي. پوءِ مان ڇا بہ ڪٽي ڪريان، نيٺ بہ اچي مونکي پڪڙيندا.

فائوسٽ: آءٌ توساڻ هونديس.

مارگريٽ: (بلڪل شوخيءَ سان) "ڀڄ ڀڄ، پنهنجو غريب ٻارڙو بچاءِ. رستي ڪان پري، ڪَسيءَ جي پاسي، ڀيڇرو ونِي وڃ ٻيلي ۾، پوءِ وَرُ ڏائي پاسي، تلاءَ ۾ پيو اٿيئي. ترسج نہ، اجان بہ ساهہ اٿس. هٿڙا ننڍڙا، ڏڪنس ٿا، ڏڪنس ٿا. بچاءِ! اڙي بچاءِ!

فائوسٽ: مون کي نہ پٽڪاءِ- سانت ڪر! سانت ڪر! رڳو هڪڙو قدم، ۽ پوءِ تون آزاد.

مارگريٽ: اڙي جي رڳو هوءَ ٽڪري پنٽي ڇڏيون ها. ڏسُ منهنجي ماءُ پٿر تي ويٺي آهي. منهنجي پيشانيءَ تي برف جهڙو ٿڌو مُردي جو هٿ آهي. منهنجي ماءُ پٿر تي ويٺي آهي. سندس اڇو مٿو پيو ڏڪي، سندس اکيون ٽيون ٻُورجن. هاڻي ڪنڌ ڌڏڻ بہ بند ٿي ويو، هن جو مٿو ڳرو پيو ڏسجي، ننڊ گهٽي تي ڪري. اڙي، جڏهن گهري ننڊ اچي ويندي هيس تڏهن ڪهڙو نہ سين خوش ٿيندا هئاسين، ڪهڙو نہ مزو ماڻيندا هئاسين.

فائوسٽ: هاڻي تہ هيءَ ٻڌي ئي نٿي. هوءَ لفظ سمجهي ئي نٿي. ٻيو ڪو رستو ڪونہ آهي. زوريءَ سان تو ڪٽي وڃانس.

مارگريٽ: هٿ نہ لاءِ. نہ نہ، آءٌ هٿ لائڻ ڪين ڏينديس. خونيءَ هٿ سان مون کي نہ پڪڙ. جيڪي ڪيم سو تولاءِ، منهنجا پيارا. جيڪي پيار ي ڪيم سو خوشيءَ سان تي ڪيم، دل سان ٿي ڪيم.

فائوسٽ: ڏينهن ٿو ٿئي؛ اڙي جلد اٿي منهنجي پياري! منهنجي پياري!

مارگريٽ: ڏينهن! هائو، ڏينهن آهي پويون، قيامت جو ڏينهن! اڄ

جيڪر سمنجي وھانوَ جو ڏينھن ٿئي ھا. ڪنھن کي بہ نہ چئج تہ تون ڪو غريب مارگريٽ وٽ ھُئين. افسوس! منھنجو ھارُ اڳيئي سڙي ويو. وري گڏباسين، پر نہ ناچن تي پيارا. ماڻھن جا حشام مِڙندا تا وڃن، ھزارين ڪَنا تي ويا آھن، گھَنڊُ وڳو آھي. موت جي لڪڙي ڀڳي. منھنجون اکيون ٿا بَڌن، گھلي ٿا وڃن، ڦاسي وٽ وني آيا آھن. رت جي ڪرسيءَ ۾ مون کي ٻڌن ٿا. ھزارن جا سينا مٿي ٿا نھارين. ڦٽ ٿو پچي، جان تي ٿني. دنيا ھاڻي قبر وانگر ماٺ ۾ آھي!

فائوسٽ: اڙي شال آءٌ ڄمان ئي نہ ھا!

ميفسٽو: (دروازي وٽ ٿو ڏسڻ ۾ اچي) جلد ڪر نہ تہ وڃين. ھي ڏڪ ڏڪ، دير، ۽ اجائي بڪ بڪ تولاءِ نابودي آڻيندي. نڪري آءُ، نہ تہ وڃين. منھنجا گھوڙا ٿڌ ۾ پيا ڏڪن.

مارگريٽ: ھي ڪھڙي شڪل آھي، جا ڌرتيءَ مان ٿي ٻاھر نڪري؟

ھو آھي، ھو آھي. اڙي ڪڍينس ھن ڪوٺيءَ مان؛ ھتي ڇا ڪيپس؟ اڙي ھتي ڇو آيو آھي؟ ھن پاڪ زمين تي ڇو ٿو پيرُ رکي؟ مون لاءِ آيو آھي؟

فائوسٽ: تون جيئري رھندينءَ منھنجي پياري.

مارگريٽ: ڏٺيءَ جي دربار ۾ آءٌ ٿي پڪاريان، ڏٺي اڳيان ٿي مٿو نِوايان.

ميفسٽو: (فائوسٽ کي) آءُ ھليو، نہ تہ ڇڏي ويندوسانءِ، پوءِ ڪٿيئي نصيب.

مارگريٽ: ڏٺي منھنجا! مھرُ ڪر پنھنجي ٻالڪ تي. ديوتائون، پوتر ديوتائون، رکي وٺو ھن نماڻيءَ کي. ھينري- آءٌ توتي نھارڻ کان پيئي ڊڄان.

ميفسٽو: آءُ- حڪم ٿي ويو، ختم ٿي!

آڪاس واڻي: مُڪت ٿي!

ميفسٽو: (فائوسٽ کي) ھيڏانھن، مون ڏانھن!

(فائوسٽ سان گڏ غائب ٿي ٿو وڃي.)

آواز (اندران، جھَڪو ٿيندو ٿو وڃي) ھينري! ھينري!

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن کو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي ورې پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Club Exclusive نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻَ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَس پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽ کي نه مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ به بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته
”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه
وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪڙي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)